'عشق کي سيني اوٺائين کان خالص بڻائي، ان کي رڳ رڳ ۾ اُوتي ڇڏيو...عمل عشق آهي ۽ اهو عشق جي نظر ۾ ايندڙ صورت هجي تو...حقيقي پيار هيڪڙائيءَ ۾ آهي، اهو درجن ۾ ورهايل نٿو هجي...ڏکي پنڌ ۾، پيار جو بدلو پيار ئي ملندو آهي.'

جمشيد مهتا

ڪتاب جو نالو: منهنجي حياتي، منهنجو نياپو-V جمشيد نسروانجي مهتا
ليکڪ: ٻه دوست
سنڌيڪار: ظفر جوڻيجو ۽ روزينه جوڻيجو
موضوع: جيون ڪٿا
تعداد: هڪ هزار
ايڊيشن: پهريون ڇاپو [انگريزيءَ]
ڇپائيندڙ: جناب پي.ايڇ. دستور، ڊيلي گزيٽ پريس، اينِي بيسنٽ روڊ،
رلائينس اسٽورس، بندر روڊ ڪراچي
سنڌي ايڊيشن: جنوري2003
ڇپائيندڙ: ٽي آر ڊي پبليڪيشنز، حيدرآباد
ٽائيٽل اسڪيچ: فتاح هاليپوٽو
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: رسول بخش سولنگي
ڇپيندڙ: پارس پرنٽنگ ايجنسي، گاڏي کاتو حيدرآباد
قيمت: =/75روپيا



Muhinji Hayati Muhinjo Niyapo-V Jamshed Nusserwanjee Mehta
[My Life, My Message-V Jamshed Nusserwanjee Mehta]
by
Two Friends
Translated by: Zafar Junejo and Rozina Junejo
Edition: [English] First Printed by. Mr P.H Dastur at the Daily Gazette Press, Annie Besant Road, the Reliance Stores, Karachi.
Sindhi Edition: First, January 2003
Published by: TRD Publications. Hyderabad
Titel Sketch: Fatah Halepoto
Computer Layout: Rasool Bakhsh Solangi
Composed and printed by: Paras Printing Agency Hyd
Price: Pak Rs.75/=

# انتساب

مرحوم ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ جي ياد ۾،
جيڪا سچ ۽ سونهن کي چاهيندڙ، برصغير جي آزاديءَ جي
مڃوالڻ ۽ آئيڊيل ٿياسافسٽ هئي.

# فهرست

# تعارف

[اصل انگريزي جو ترجمو]

مون جمشيد کي پهريون ڀيرو، ميٽرڪ جي ڪلاس ۾، اين. جي. هاءِ اسڪول ۾ ڏٺو هو. مون پاڻ به فيبروري 1900 ۾ اين. جي. هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي هئي.... مان سندس ٻڌايل راهه تي نيڪ جذبي ۽ دلچسپي سان هلندو رهيو آهيان. هن جي حوالي سان مان سوچان ٿو ته:

سيني سوچن، مڙني جذبن ۽ ڪل لطفن،
۽ اهڙن ٻين عملن، جن هن کي ابديت بخشي،
سي ٻيو ڪجهه به نه، پر هن وٽ پيار جا سفير هئا،
جن هن جي اندر پيار جي شعلي کي سدا جرڪان رکيو.'

جمشيد پيار جي منزل جو پانڌيئڙو آهي. هي هر وقت ڏاڪي به ڏاڪي اڳتي وڌندو رهي ٿو. هي پيار جي انهن اوچائين تائين به پهتو آهي جتي هن کي ڪا به موت نه ملي، پر پوءِ به هن سفر جاري رکيو آهي. مان جڏهن به هن کي ڏسندو آهيان ته مون کي ائين لڳندو آهي ڄڻ ته هن کي پنهنجي مالڪ پاران اهو اختيار مليل آهي ته هو هر ڪنهن کي 'منهنجا پيارا' چئي پڪاري. جڏهن به هي ڪنهن کي خط لکندو آهي يا ڪنهن کي سڏ ڪندو آهي ته هميشه 'منهنجا پيارا' چئي ان کي مخاطب ٿيندو آهي. مون کي ياد آهي ته ائين چوندي ۽

لکندي هن جي چهري مان نور بکندو آهي. هاڻي تہ پيارِ هڪ سدا وهندڙ ڌارا وانگر هن وٽ موجود آهي. ياد رهي تہ اهو.پيار ڪنهن شرط ۽ لاڳاپي کان بي نياز، هن جي اندر جو آواز آهي. جمشيد پيار ونديندي ڪڏهن بہ ٿڪجي نٿو. پر ان جي برعڪس، هي تہ ٿڪل ۽ نا اميد فردن لاءِ توانايون بخشيندڙ ۽ خواب اُٿيندڙ آهي. زندگيءَ جا عام ۽ ٻيا دنياداري جا معاملا ڪڏهن بہ هن کي روڪي نہ سگهيا تہ هو ڪنهن کي پيار نہ ڪري يا ڪنهن لاءِ اُتساهہ جو سبب نہ بنجي. پر ان جي پيٺ ۾، هو سچ ۽ سونهن جهڙي پنڌ تي، سدا جوان جذبن سان هلندو رهيو آهي، جڻ تہ هي عام انسان نہ پر ڪو ديوتا آهي. هن جو هر عمل ذاتي فائدي، خودغرضي ۽ عام مروج معيارن کان مٿانهو آهي. هو هميشہ انصاف لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهي ٿو. پر هو اهڙن شخصن لاءِ حجتي سختي ضرور ڪندو آهي جن بابت هو سمجهي ٿو تہ هو ڪو بوتو باري سگهن ٿا ۽ ڪو چڱو ڪم ڪري سگهن ٿا.

هن ۾ نہ وڏائي آهي، نہ ئي هي خواهشن جو غلام آهي ۽ نہ ڪڏهن هن پنهنجي عهدي ۽ اختيار جا مزا ماڻيا آهن. انهي کان وڌيڪ، هن ۾ تہ اهو گهمنڊ بہ ڪونهي تہ هو ڪو درويش صفت انسان آهي. عام طرح اهو گهمنڊ ئي درويشن ۽ سادوئن جي روحاني ڏيواليپڻي جو سبب بڻجندو آهي.

جڏهن هن جي پيءَ جو شراب وارو واپار بند ٿيو هو، جنهن جي ڪري سندس ڪٽنب کي وڏو مالي نقصان پهتو هو، پر انهي واقعي وقت بہ، هن جي درست سوچ ۽ ڪردار ۾ ذري برابر بہ فرق نہ آيو. حقيقت ۾، هي انهي وڏائي ۽ درويشيءَ لاءِ داد لهڻي.

جمشيد ۽ سندس جهڙا ٻيا شخص جيڪي پنهنجي مالڪ وٽ قبوليل آهن، انهن لاءِ هر ڪم خراب يا سٺو ننڍو يا وڏو هڪ جهڙو آهي. جڏهن اهڙن شخصن جي تعريف ۾ لکيو يا ڳالهايو وڃي ٿو تہ هو ارها ٿين ٿا. ڪڏهن ڪڏهن سندن اها روش ڪين تي لکندڙن

يا ڳالهائيندڙ کي ڏک ضرور پهچائيندي آهي پر ياد رهي ته اهو سڀ ڪجهه هو پنهنجي گهمنڊ سبب ۽ مزي لاءِ نه ٿا ڪن.

جمشيد جي لاءِ سندس مالڪ ائين موجود ۽ قريب آهي جيئن عام ماڻهو لاءِ زندگيءَ جا عام مظهر هجن ٿا. جڏهن به هن کي ڪنهن گهر ۾ مصيبت جي خبر پوندي آهي ته هو سندن سهائتا ۽ شفا لاءِ ميلن جا ميل پنڌ ڪري اتي پهچندو آهي ۽ سندن نجات لاءِ ڏٽي در ٻاڏائي، گهر ڏٽين کي ٻنا ٻڌائڻ جي واپس هليو ايندو آهي. هن جي اڳيان پنهنجو فرض نڀائڻ اهم آهي. فرض نڀائيندي هن کي خوشي ٿيندي آهي ۽ انهي فرض جي پوراءِ ۾ ٻاجهاري فطرت هن جي مددگار رهندي آئي آهي. جڻ ته اها ڪيس ڪان پڇندي هجي ته ٻڌاءِ ته اجان ڇا ڇا ڪرڻو آهي؟

جمشيد جون تقريرون معصوم ٻارن جي ٻولين وانگر آهن جيڪي سچ جو سڌو سنئون اظهار آهن، جنهن ۾ ڪا به بناوت ۽ منطق نه آهي. هن جون اڪثر تقريرون گرامر ٻنا پر شانتي جو اعليٰ نمونو هونديون آهن، جنهن ۾ ڪا به روحاني اُلجهن نه هوندي آهي. هر ٻڌندڙ ائين سمجهندو آهي ته 'جمشيد اها گفتگو هن بابت ڪئي آهي ۽ ويچاريندو آهي ته هن کي منهنجي تڪليفن جي خبر ڪيئن پئي!؟' پر اسان ڄاڻون ٿا ته ماڻهو جي اندر جي آنڌ مانڌ ته خدا کي پهتل شخص ئي ڄاڻي ۽ ختم ڪري سگهن ٿا. اسان کي اهو نه وسارڻ گهرجي ته 'ٻچتائي' اصل ۾ تڪليف جو سبب بنجي ٿي.

ٻن دوستن جميشد جي زندگيءَ جون حقيقتون گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ آڻي تمام عاليشان ڪم ڪيو آهي. ڪنهن جي زندگي بابت ڄاڻي انهي مان اتساهه وٺڻ هڪ سٺو ڪم آهي. منهنجي اها صلاح آهي ته اسان سڀ جمشيد کي قائل ڪيون ته هو پنهنجي ڪهاڻي خود لکي، جنهن ۾ اسان کي پنهنجي روحاني سفر بابت آگاهه ڪري. جيڪڏهن هو ائين نٿو ڪري سگهي ته منهنجي

خواهش آهي ته جي، جمشيد جا سڀ خط جيڪي هو ڏاڍي ترتيب سان سنڀالي رکندو آهي ۽ سڀ ڊائريون ملن ته مان پاڻ کي حاضر ٿو ڪريان ته مان سندس زندگيءَ جي ڪهاڻي لکان ۽ سندس روحاني سفر ۽ منزل تي روشني وجهان.

اين. بي. ڀٽائي
ڪراچي

# مهاڳ

[اصل انگريزي جو ترجمو]

هر خطي جا پنهنجا معيار آهن يورپ، آمريڪا جي سياست ۽ سماج ۾ دولت اهم آهي. چين ۾ ڪلچر ۽ عالم ماڻهوءَ کي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو. پر برصغير ۾ قديم ثقافت، پاڪ ڪتابن ۽ روحاني رمزن جي ڪري ويراڳ ورتل شخصن کي اهميت ۽ احترام حاصل آهي.

ويراڳين ۽ جوڳين جا ڪيترائي قسم آهن، ڪي مذهبي فرد آهن، جيڪي خدا جي پيار ۽ خوشي حاصل ڪرڻ لاءِ بيراڳي ۽ ڪشٽو هٺ ۾ ڪٽي در در اچي صدا هڻن ٿا ۽ هر شخص کي بنا ڪنهن متڀيد جي دعائون ڏيندا اڳتي وڌندا وڃن ٿا. انهيءَ کان سواءِ ٻيا اهڙا ٻه آهن جن جا وار مٽي آهن، جسم تي ڪو اوڇڻ ڪونهين، انهن وٽ جيڪڏهن ڪو مال ملڪيت آهي ته اهو آهي 'گيتا' يا 'اُپنيشد' . هنن کي ڪو گهر گهاٽ ڪونهي، هو جهر جنگ ۽ جبل جهاڳيندا ۽ واهن وستيون گهمندا رهن ٿا. هو گرمي سردي کان بي نياز، پنهنجي مالڪ سان ملڻ لاءِ بيتاب آهن.

جمشيد مٿين ٻنهي يوگين جي برعڪس، عوام ۽ فرض سان واڳاپيل اهڙو يوگي آهي، جنهن لاءِ بائيبل ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته، 'پوتر دلين وارا ئي خدا جي بارگاهه ۾ پهچن ٿا.'

جمشيد سڀ ڪم بنا ڪنهن تفريق ۽ ذاتي فائدي لاءِ ڪندو

آهي هن اڳيان ڪم، ڪم آهي پوءِ اهو ننڍي هجي يا وڏو هجي. هي هڪ سچو 'ڪرمايوگي' آهي. هي ننڍي ڪند جي ڪيترن ئي روحاني شخصن ڪان مٿي آهي جن جي قدمن جي نشانن ڪي هن وقت به اسان پوڄيندا رهون ٿا.

هنن صفحن ۾ اسان جمشيد جي زندگي ڪي چٽڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اسين باخبر آهيون ته اسان جي هيءَ ڪوشش اينتري سٺي نه آهي چو ته هڪ ساڌوءَ جي زندگيءَ تي ڪتاب ڪو ساڌو ئي لکي سگهي ٿو. جمشيد وٽ پاران هر لکيل ۽ ڪيس وٽ هر ٻنل خط هٿيڪو هوندو آهي پوءِ چونه اهو پني جي ڪنهن ننڍڙي ڪري تي لکيل هجي. انهيءَ کان سواءِ، جمشيد ڏهاڙي پابندي سان پنهنجي ڊائري لکندو رهي ٿو جنهن جو تعدا به ڪيترن ئي جلدن ۾ آهي. جيڪڏهن اهي سڀ خط ۽ ڊائريون پڙهي ۽ پروڙي هن جي ڪهاڻي لکجي ته اهو ڪتاب هڪ شاندار عوامي ۽ روحاني دستاويز ٿي پوندو.

اسين هن موقعي تي پنهنجي پياري دوست ۽ ڊي. جي. ڪاليج جي اڳوڻي پرنسپال مسٽر اين. بي. پنٿاڻي جا ٿورائتا آهيون جو پاڻ هن ڪتاب جو پيش لفظ لکيائين. مسٽر پنٿاڻي سائنس جي پروفيسر سان گڏ هڪ ويراڳي به آهي. اسين ڪيس مان اميد ٿا ڪيون ته هو مستقبل ۾ جمشيد جي زندگيءَ تي ڪتاب لکندو، جيئن سندس خواهش آهي.

به دوست
ڪراچي

# مهاڳ

عام ماڻهوءَ جي اڪيچار مسئلن کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ لاءِ جاڻ، تعليم ۽ قابليت بہ ضروري آهن، پر انهيءَ سان گڏو گڏ پنهنجي ماڻهن سان لڳاءُ ۽ جذبو بہ اوتروئي ضروري آهن. جمشيد مهتا بہ اهڙوئي انسان هو. سچو ٿياسافسٽ ۽ عام ماڻهن جو هڏڏوڪي. جمشيد نسروانجي مهتا 7 جنوري 1886 ۾ ڪراچي ۾ پيدا ٿيو. هو بنيادي طور تي هڪ خوشحال گهراڻي مان هو ۽ سندس والد ڪراچيءَ جو هاڪارو واپاري هو.

جمشيد ننڍي عمر کان وٺي انتهائي حساسيت ذانهن مائل طبيعت رکندڙ هو. جيتوڻيڪ هُن جي چوڌاري تنهن وقت جي جدت پسند پارسي سماج جا دولت، امارت ۽ عالمگير واپار جا سڀئي مظهر موجود هئا، پر هُو اهڙي ظاهري ڏيک کان متاثر ٿيڻ بجاءِ عام ماڻهن، غريبن، بيمارن ۽ يتيمن جو پرجهلو ٿي بيٺو. جيوت لاءِ ڪيس ڪيترو احساس هو، انهيءَ جو اندازو اسان هن مان لڳائي سگهون ٿا تہ فقط 13 سالن جي عُمر ۾ هُن گوشت واپرائڻ بند ڪري ڇڏيو. سندس شعوري يا روحاني تعليم جي واڌ ويجهہ ۾ ٿياسافيءَ جي تعليمات جو تمام وڏو ڪردار آهي، جيڪا تنهن وقت جي عالمن، امن پسندن ۽ مذهبن جي وحدانيت لاءِ پتوڙيندڙن لاءِ وڏي ڪڙي هئي. جمشيد جي بنيادي اخلاقي ۽ روحاني تربيت ٿياسافيڪل سوسائٽي ڪئي.

ڪراچي کي بندرگاهه بنائڻ جو سهرو سَربارٽيل فريئر تي آهي، جڏهن ته ڪراچي کي جديد طرز تي تعمير ڪرائڻ وارو جمشيد مهتا هو. جمشيد جي ذهن ۾ شهر کي خوبصورت بنائڻ ۽ ڪراچي جي شهرين کي گهٽ ۾ گهٽ قيمت تي گهڻيون سهولتون فراهم ڪرائڻ لاءِ بيشمار منصوبا هُئا، جن کي هن عملي شڪل پڻ ڏني. سندس ئي ڏينهن ۾ جڏهن سنڌ بمبئي پريذيڊنسيءَ کان ڌار ٿي، ۽ جمشيد مهتا کي شهر جو پهريون ميئر چونڊيو ويو، انهيءَ وقت ۾ ئي ڪراچي ۾ پارڪ، تفريح گاهون، اسپتالون [جانورن جي اسپتال سميت] ثقافتي مرڪز، اسڪول، ويم گهر، ويڪرا ۽ ڪشادا رستا تعمير ڪيا ويا. جمشيد مهتا جي 13 سالن جي ميئرشپ جي عرصي دوران ڪراچي ايشيا جي جديد ترين شهرن ۾ ليکجڻ ۾ آيو.

جمشيد مهتا کي ڪراچي شهر جي هر گهٽيءَ جي ڄاڻ هوندي هئي. کيس اها به خبر هُئي ته ڪنهن رستي تي ڪيترا وڻ آهن ۽ شهر جي ڪهڙي گهٽي جا ڪهڙا وڏا مسئلا آهن. تنهن ڪري ڪراچيءَ جي جنهن به علائقي ۾ ڪو مسئلو ٿيندو هو، جمشيد اُتي پهچڻ وارو پهريون شخص هوندو هيو. جمشيد مهتا اٽڪل 77 کان وڌيڪ تنظيمن [جيڪي هارين کان وٺي وڏن صنعتڪارن تائين ڪم ڪنديون هيون] جو باني يا صدر هو. اِنهن تنظيمن ذريعي به هو شهر جي وسيع تر حصن جي آباديءَ تائين پهچي ويندو هو.

جمشيد مهتا نه صرف ڪراچي کي جديدتر شهر بنائڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو، پر کيس سنڌ جي هارين ۾ سڌارن جو به اونو رهندو هو. 1937 جي اليڪشن ۾ جڏهن هو دادو مان چونڊ وڙهڻ لاءِ بيٺو تڏهن سندس چونڊ پروگرام جا هي نقطا هئا:

- ڪوآپريٽو قانون ۾ ترميم
- زمين يا گهر لاءِ قرض ڏيندڙ بئنڪ جو قيام
- زرعي سڌارا

پر تنهن وقت جي سياسي پارٽين جي پنهنجي ڏڦيڙ سبب هن

پروگرام جي سلسلي ۾ هو ڪي جوڳا قدم نہ کڻي سگهيو. 30 جي ڏهاڪي ۾ ئي، ڪجهہ ٻين ساٿين سان ملي هُن سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو بنياد وڌو، جيڪا پوءِ اڳتي هلي سنڌ ۾ هارين جي وڏي مان وڏي تنظيم بڻي.

پاڪستان جي قيام کان پوءِ لڏي آيل ماڻهن جي آبادڪاريءَ، لاءِ هِن حڪومت کي صلاح ڏني هئي تہ لڏپلاڻ ڪري آيل ماڻهن کي الگ ڪئمپ ۾ رکيو وڃي ۽ پوءِ ڪين آبادي مطابق پاڪستان جي سڀني شهر ۾ ورسايو وڃي تہ جيئن صرف ڪراچيءَ جي شهري سهولتن تي آبادي جو وزن نہ پوي، پر پارسي هئڻ ۽ گانڌي جي پراڻي ساٿي هئڻ ڪري انهيءَ وقت جي سرڪار سندس ڳالهہ کي اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو ۽ انهي جو نتيجو اسان اڄ ڏينهن تائين ڀوڳي رهيا آهيون.

هن ڪتاب جو ڇپجڻ انهي ڪري بہ ضروري آهي تہ جيئن سنڌي نوجوان سنڌ جي حقيقي روح کي سمجهي سگهن ۽ پنهنجي وطن کي هڪ مختلف زاوئي سان ڏسن. مان ظفر جوڻيجي ۽ سندس ٽيم کي هن ڪتاب ترجمي ڪرڻ ۽ ڇپائڻ تي واڌايون ڏيان ٿو. مون کي اميد آهي تہ سندن محنتن جو ثمر ڪين ملندو.

جنوري 30، 2003 رفيق منگي
حيدرآباد

# ٻہ اکر

هڪ اهڙي شخص جي باري ۾ لکڻ ڪيترو نہ ڏکيو آهي، جيڪو توهان جي اُتساهہ جو سبب هجي. منهنجي لاءِ، جمشيد مهتا جي زندگيءَ بابت لکڻ کان وڌيڪ آسان آهي تہ مان انهيءَ ڳالهہ جو ذڪر ڪيان تہ مان هن ٻاجهاري شخص سان متعارف ڪيئن ٿيس. هي ستر جي ڏهاڪي جي ڳالهہ آهي، شايد ٻئين يا ٽئين ڪلاس ۾ پڙهندو هُئس. اسان جي ڪلاس جو اُستاد سائين محمد عرس جوڻيجو هئو. هن هڪ ڏينهن روزمره وانگر اسان کي سبق پڙهايو، پر اهو سبق هڪ شخصيت بابت هئو، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو هئو تہ ڪراچيءَ جو هڪ شخص ڪيئن جانورن، خاص ڪري گهوڙي ۽ گڏهہ گاڏيءَ ۾ وهندڙ وهٽن لاءِ ڪهل ۽ ٻاجهہ جا جذبا رکندو هئو. اهو سبق ڪنهن ٻئي شخص بابت نہ پر جمشيد مهتا تي هئو. انهيءَ سبق هن شخص لاءِ منهنجي دل ۾ هڪ اڻ لکي محبت جي ميخ ضرور هنئي. تنهن کان پوءِ انهيءَ شخص جو ٻيون ڀيرو تعارف ڪنهن قدر تفصيلي، اسي جي ڏهاڪي ۾ ٿيو، جڏهن مان پنهنجي دوست عبدالرشيد جوڻيجي سان گڏ سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ ۾ رهندو هُئس. ان زماني ۾ منهنجي دوست غلام حيدر عطار مون کي سائين جي ايم سيد جو ڪتاب، 'جنب گذاريم جن سين' پڙهڻ لاءِ ڏنو. اهڙي طرح جمشيد مهتا ۽ سنڌس ٿياسافيڪل خيالن کان واقف ٿيس. انهيءَ کان پوءِ نوي جي ڏهاڪي ۾ جڏهن مان، ايس جي او آر

سي، آغا خان فائونڊيشن ۾ نوڪري ڪندو هئس تہ، هڪ ڏينهن مان اڳوٽي بندر روڊ ۽ هاٽوڪي ايم اي جناح روڊ تي ريڊيو پاڪستان جي سامهون ڪراچي ٿياسافيڪل سوسائٽي هليو ويس، جتي مون ڪراچي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ ميمبرشپ لاءِ درخواست ڏني. مان ساڳئي ڏينهن تي ڪراچي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي لائبريريءَ جو ميمبر پڻ ٿيو هئس. منهنجي خيال موجب، منهنجو ٿياسافيءَ ڏانهن راغب ٿيڻ بہ جمشيد مهتا ۽ سائين جي ايم سيد جي شخصيتن سبب هئو. مون کي ياد آهي تہ لائبريريءَ مان مون پهريون ڪتاب 'جمشيد نسروانجي مهتا- ميموريل جلد' پڙهڻ لاءِ جاري ڪرايو هئو. انهيءَ ڪتاب معرفت جمشيد مهتا پنهنجو مڪمل پاڻ پسايو. جڏهن مان غور ڪيان ٿو تہ اهي سڀ واقعا ڪهڙي نہ ترتيب ۽ سليقي سان ٿيا ، جو مان ٿياسافيءَ معرفت پين پاڪ ۽ اعليٰ روحن سان بہ متعارف ٿيس، جن وري مون کي هڪ اهڙي سنڌ سان ملايو، جيڪا برصغير جو هڪ نمونو هئي، جنهن ۾ سڀني مذهبن جا پوئلڳ امن ۽ هڪ ٻئي لاءِ نيڪ خواهشن سان رهندا هئا. اها ورهاڱي کان اڳ واري سنڌ، ڪثرت پويان وحدت واري خيال جو عملي روپ هئي. سنڌ جو هي رخ جمشيد ۽ سندس ساٿين جي ڪوشش جو ثمر هيو.

جمشيد گفتگوءَ ۽ پيار جي بنياد تي ٻڌل دليل تي يقين رکندڙ ۽ عمل ڪندڙ هئو. مون کي سندس ڪٽنب جي هڪ فرد، جمشيد ٽرسٽ آفيس، جيڪا هن وقت زيب النساءِ ۽ اڳوٽي ايلفنسٽن اسٽريٽ ۾ واقع آهي، سندس بابت هي واقعو ٻڌايو، جنهن مان سندس مٿين سوچ جي عڪاسي ٿئي ٿي. جمشيد جي عزيز ٻڌايو تہ 1940 جي لڳ ڀڳ، جڏهن گروهي سياست ۽ مذهبي متڀيد زور ورتو، لڳو تہ ڪراچيءَ ۾ رهندڙ کي مسلمان ۽ هندو هڪٻئي کي تنگ و تاراج ڪرڻ جو ڪوبہ موقعو مٿان نہ وڃائيندا هئا. اهڙي هڪ روش جو ذڪر، جمشيد سان هندن ڪيو تہ مسلمان امپريس مارڪيٽ ۾ اچي،

وڏي جانور جو گوشت وٺي ڏاڍي فخر سان امپريس مارڪيٽ جي سبزي واري شعبي ۾ گهمائيندا وتن ٿا ۽ سندن اهو طريقو اسان کي چيڙائڻ لاءِ ڪافي آهي، انڪري اسين توهان کي زور ڀريون ٿا پريون ته توهان امپريس مارڪيٽ کي وچان پٽ ڏياري هندن ۽ مسلمانن لاءِ الڳ الڳ مارڪيٽ ٺاهيو. سندن انهيءَ صلاح تي جمشيد مُرڪيو ۽ کين چيائين، 'منهنجي مالڪ ته مون کي ڳنڍڻ سيکاريو آهي، مان کيئن ٿو توهان کي ورهائي سگهان. باقي توهان بي فڪر ٿيو، اڄ کان پوءِ ڪو به اهڙو واقعو نه ٿيندو، جنهن سان توهان جي دل ڏکي.'
پوءِ جمشيد پنهنجي هڪ ٻن ساٿين سان گڏجي فجر وقت امپريس مارڪيٽ جي در تي بيهندو هئو ۽ مسلمانن کي عرض ڪندو هئو 'توهان ٻهرياں سائي ڀاڄي وٺو پوءِ گوشت وٺي اتان ئي گهر ڏانهن روانا ٿيو.' جمشيد هي عمل ڪيترن ئي مهينن تائين ورجائيندو رهيو، جيستائين مسلمانن ۾ اهڙي طرح خريداري جي عادت پڪي ٿي وئي. هاڻي ڏسو ته هن جي ذاتي ڪوشش سبب ڪيئن نه سنڌ هڪ وڏي اڻ وڻندڙ واقعي کان بچي وئي. جمشيد جي هن عمل ۾ اسان سيني لاءِ، جيڪي گڏيل جوابداريءَ جي نالي ۾ ذاتي جوابدارين کان فراريت اختيار ڪيون ٿا، ڪهڙي نه شاندار سمجهاڻي آهي. پر هتي هڪ ڳالهه نوٽ ڪرڻ گهرجي ته ذاتي جوابداريون ۽ ڪردار به اُهي نيائي سگهيا، جن جو ڪنهن نه ڪنهن قدرن [Values] ۾ يقين هئو، چوته قدرن ۾ اعتماد ڪانسواءِ ڪو به شخصي رويو ۽ ڪردار جڙي نٿو سگهي. انڪري اهو ضروري آهي ته جيڪڏهن ڪي فرد ڪو به ڪردار نيائڻ چاهين ٿا ته کين قدرن ۾ يقين رکڻو پوندو ۽ اهي قدر ئي سندن ڳانڍاپو سماج ۽ فطرت جي مظهرن سان جوڙيندا ۽ اهڙي طرح انهي ڳانڍاپي جو دائرو وسيع ٿيندو ويندو. پوءِ اهي سڀ منزلون جن کي اسين مجازي ۽ حقيقي عشق ڪونيون ٿا يا ڪثرت پويان وحدت جي وات چئون ٿا، سڀ هڪ ٻئي سان باترتيب جڙندا ويندا ۽ ماٺيل منزل نئين سفر جو ڏس ڏيندي.
جمشيد جو هڪ خواب هيو 'سنڌ جا ماٺهو پاڻ ۾ امن ۽

شانتي سان رهن. انهي خيال کي عملي روپ ڏيڻ لاءِ هن وٽ هڪ رٿا هئي تہ سنڌ ۾ هڪ 'ٽاور آف لو' ناهجي' جنهن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مختلف در هجن ۽ هر در جي بناوت نندي ڪنڌ جي سيني عبادتگاهن جهڙي هجي ۽ اندر عبادت لاءِ هڪ هال هجي جتي هر مذهب جو ماڻهو پنهنجي مذهب واري دروازي کان داخل ٿي عبادت واري هال ۾ اچي ٻين مذهبن جي فردن سان گڏ پنهنجي مذهب پٽاندر عبادت ڪري.

منهنجي خيال موجب جمشيد جو هي خواب مذهبي ڪثرت پويان وحدت جو عملي اظهار هو. جڏهن جمشيد جي حوالي سان 'ٽاور آف لو' جو ذڪر مون سري لنڪا جي مشهور سماجي اڳواڻ اي ٽي آريارتني سان ڪيو تہ هن چيو، 'ٽاور آف لو' جو خيال ئي امن ۽ پيار جو شاندار اظهار آهي. هن وڌيڪ چيو تہ ٻڌمت ۾ خيال ۽ سوچ بہ عمل جي زمري ۾ اچن ٿا، ان ڪري جمشيد جيڪڏهن صرف 'ٽاور آف لو' لاءِ سوچيو بہ هيو تہ بہ اهو سندس اتم ۽ شاندار عمل آهي.'

هاڻي ڏسو تہ ٻڌمت موجب، سوچڻ ۽ عمل ۾ ڪيترو نہ گهرو ڳانڍاپو آهي. سوچ عمل کي ۽ عمل سوچ کي جنم ڏي ٿو. ان ڪري اسان تي لازم آهي تہ خوبصورت عمل لاءِ خوبصورت سوچيون چو تہ جمشيد جو بہ اهوئي چوڻ آهي، 'سوچ باخبر ڪري ٿي ۽ اها سوچ اهڙي هجي جو اسان صرف باخبر نہ ٿيون پر انهي جي نتيجي ۾ جسماني طرح بہ خوبصورت بڻجون.'

هي ڪتاب انگريزي ٻولي ۾ 'لائيف آف يوگن' جي نالي سان ٻن دوستن لکيو ۽ هي ڪتاب ورهاڱي کان اڳ ۾، جمشيد جي حياتيءَ ۾ شايع ٿيو هو پر اصلي ڪتاب ۾ ڇپجڻ جي تاريخ ڄاڻايل نہ آهي. باقي ڪتاب جي فهرست مان اها خبر پوي ٿي تہ هن ڪتاب جو پيش لفظ محترم پيٽاٽي صاحب جو لکيل آهي ۽ انهي پيش لفظ جو ترجمو هن ڪتاب ۾ شامل آهي.

هن ڪتــاب جي ترجمي جي ڪهــاڻي هن ربت آهي تہ جڏهن روزينہ ۽ منهنجي شادي ٿي تہ هي ڪتاب هميشہ اسان سان گڏ رهيو ۽ اسين مختلف وقتن تي هن کي ترجمو ڪندا رهياسين.

هن ڪتــاب کي توهان جي هٿن تائيــن آڻڻ لاءِ مــان شــفــيق جوڻيجو، رسول بخش سولنگي، عبدالجبار خاصخيلي، لياقت ٿهيم ۽ ذوالفقار شاهہ جو ٿورائتو آهيان. هتي ذوالفقار جي مهربانيءَ جو ذڪر ضرور ڪندس، جو پاڻ ڪتاب جي ٻولي کي درست ڪيائين ۽ ڪتاب جي ترتيب بهتر بنايائين.

’ٻہ اکر‘ جي سري هيٺ اها هئي منهنجي جمشيد مهتا سان متعارف ٿيڻ جي ڪهاڻي. سچ پچ مان ٿورائتو آهيان انهن نصاب جوڙيندڙن جو، جن ٿئين درجي جي ڪتاب ۾ جمشيد مهتا تي سبق شامل ڪيو هئو ۽ لک لائق سائين جي ايم سيد جا، جو هن ’جنب گذاريم جن سين‘ جهڙو شاندار ڪتاب لکي، اسان کي جمشيد جو مختصر پر مڪمل تعارف ڪرايو.

هي ڪتاب پنهنجي روح ۾ منزل بہ آهي تہ رستو بہ. جمشيد جهڙن شخصن جي زندگيءَ مان سکڻ لاءِ دردمند دل، سهپ ۽ مستقل مزاجي کپي.

جنوري 2، 2003
حيدرآباد

ظفر جوڻيجو
ڊائريڪٽر
ٽرسٽ فار رورل ڊولپمينٽ




'ماءُ سڄي ڪٽنب ۾ امن جو ڪارڪن هجي ٿي. هوءَ سڄي گهر کي سنڀالي ٿي. سندس اهڙيون خاصيتون اسان کي به اپنائڻ گهرجن ته جيئن اسڙجي منصوبن کي ڪامياب ڪري سگهون ... جنهن ماڻهوءَ کي ماءُ جو جو احترام ڪرڻ جو ڏانءُ نٿو اچي، ان کي خدا جي خدمت جو ڏانءُ به نٿو اچي.'

جمشيد مهتا

---

اها هڪ سرد رات آهي. ٻاهر لُري لڳي رهي آهي. هوا ايتري تيز گُهلي رهي آهي، جڻ ته ٻاهر ڪمري جي دريءَ کي ڪير ڌَڪَ هڻي رهيو هجي. اسپتال جي جنرل وارڊ ۾ هڪ بيمار شخص موت جي اوسيئڙي ۾ آهي. هو سڪرات وچان تڙپي رهيو آهي ۽ پر ۾ وينل سندس زال ڪيس آٿت ڏئي رهي آهي. هوءَ عورت، جا ڪڏهن خوبصورت هئي، ڏک، بيمارين ۽ غربت کيس وقت کان اڳي ڪراڙي ڪري ڇڏيو آهي. سندس بيمار مڙس اکيون کڻي کيس ايئن ڏسي ٿو، جڻ ته چوندو هجيس: 'مون کي وساري ڇڏ!'

ٻنهي جي دل غمزده آهي. زندگي ۽ موت جي سرحد تي بيٺل ان شخص کي حياتيءَ ۾ ڪيل سمورا گناهه ياد اچن ٿا ۽ هو وري سُور ۽ پيڙا مان تڙپي اٿي ٿو. هن کي گهڙيءَ پلڪ لاءِ به چين ڪونهي.

نيڪ ان وقت هڪ اڌڙوٽ وهيءَ جو ماڻهو ڊبيل قدمن سان ڪمري ۾ داخل ٿئي ٿو. هُن کي پارسي ڪپڙا ۽ پرت پربل گانڌي ٽوپي پيل آهي ۽ چهري تي سنجيدگي ڇانيل آهي. هو سڌو ان سڪرات ۾ تڙپندڙ شخص جي کٽ جي پرسان اچي ويهي ٿو ۽ جهڪي ڏٺيءَ در رحم لاءِ ٻاڏائي ٿو. خاموشي گهڙيءَ پل لاءِ گهري ٿي وڃي ٿي ۽ تڙپندڙ شخص سُڪون سان وڃي ڏٺيءَ کي پهچي ٿو. عورت انهيءَ حادثي تي تٽي پوي ٿي ۽ کيس اسپتال جو عملو ٻاهر وٺي وڃي ٿو.

اهو ڪير هُيو، جنهن رحمت جو فرشتو بنجي سڪرات وچان تڙپندڙ شخص کي ابدي نجات ڏياري؟ اهو جمشيد نسروانجي کان سواءِ ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو! جيڪو غريبن ۾ 'اسان جو جمي سيٺ' جي نالي سان سڃاتو ويندو هئو.

هڪ ٻئي ڏُکائيندڙ واقعي تي نظر ٿا وجهون. هڪ ڪال

ڪوٺڙيءَ جهڙو ڪمرو، جنهن ۾ نه روشنيءَ جو انتظام آهي ۽ نه ئي وري ڪو هوا جو گذر. ڪمري ۾ هڪ بيواهه پنهنجن ٻارن سان رهي پئي آهي. هن وٽ کائڻ لاءِ ڪجهه به ڪونهي. ڪچي آباديءَ منجهه رهندڙ ان عورت کي ڪمري جو مالڪ ڪيئي ڀيرا گهر خالي ڪرڻ لاءِ چئي چُڪو آهي، جو هن ڪيترن ئي مهينن کان ڪرايو نه ڏنو آهي. هاڻي گهر جي مالڪ گهر خالي ڪرائڻ لاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو آهي. اهڙي ڏکئي موڙ تي جمشيد اچي وڃي ٿو ۽ گهر مالڪ کي ڪرايو ڏئي، بيواهه عورت کي رُسوائيءَ کان بچائي ٿو.

هڪ ٻيو منظر. شاديءَ جي رنگ برنگي ڪاڄ ۾ هڪ شخص جي چوڌاري نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون منڊل مچايو ويٺا آهن ۽ ڪانئس مختلف سوال پڇي رهيا آهن. هو کيس پنهنجو پيءُ، ڀيڻ، ماءُ، دوست، راهبر ۽ فلاسافر سمجهن ٿا. هو پيار ۽ پاٻوهه مان کين ٻُڌي ۽ جواب ڏئي ٿو. اهو ڪير آهي؟ جمشيد نسرواجي.

ماڻهوءَ جي ڪردار جي تعمير ۾ ماحول اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. جمشيد 1886ع ۾ هڪ پيار ڪندڙ والدين جي گهر ۾ ڄائو. والدين لاءِ هن وٽ تمام گهڻي عزت ۽ محبتا هوندي هئي. پاڪ ڪتاب بائيبل ۾ لکيل آهي ته، 'پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي عزت ڪريو.' جنهن تي هن عملي طور هلي ڏيکاريو. هن کي پنهنجي والدين، خاص ڪري پنهنجي امڙ لاءِ پيار هو ۽ مٿس انهيءَ جو تمام گهڻو اثر هيو. هن پنهنجي دل ۽ دماغ جو تعين انهن ٻنهي طرفان ڏسيل راهن تي ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح زندگيءَ کي تبديل ۽ سرسبز ڪندو اڳتي وڌندو رهيو. هن جي جاءِ تي جيڪڏهن ڪو ٻيو هجي ها ته زندگيءَ جا مزا ماڻي ها، پر هن سڀ ڪجهه ترڪ ڪري ويراڳ جو پنڌ پُڇايو.

جمشيد جي امڙ جو موت ڪئنسر جي ڪري ٿيو ۽ جهڙي نموني هُن درويش عورت ان بيماريءَ جي درد کي سَٺو، تنهن سهپ ۽ برداشت جي سگهه پڻ جمشيد جي شخصيت تي گهرو اثر ڇڏيو.

هوءَ هڪ خدا ترس ۽ پهتل مائي هئي. زندگيءَ جي پڇاڙڪي حصي ۾، جڏهن هو هلڻ چلڻ کان لاچار هئي، تڏهن بہ ڏٽيءَ جي عبادت ڪندي رهندي هئي، ڇو تہ هن لاءِ خُدا جي خوشنودي اهم هئي. ۽ اهوئي هن جو ساٿي ۽ راهب هيو. جمشيد هڪ گجراتي جرنل ۾ پنهنجي ماءُ جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي: 'منهنجي ماءُ هڪ پاڪيزه ۽ خداترس عورت هئي ۽ خدا کي پيار ڪرڻ جي ڪري هوءَ خدا جي خلقيل هر شيءِ کي پيار ڪندي هُئي. هوءَ خدا سان ڳالهائيندي هئي ۽ جڏهن بہ منهنجي منهن تي پريشاني ڏسندي هئي تہ مون کي چوندي هئي تہ ابا هاڻي سڀ ڪجهہ خدا تي ڇڏي ڏي. زندگيءَ جي آخري لمحي ۾ سندس آخري لفظ هي هيا: ابا جيئن ٺئي پيو ائين ٺيڻ ڏي.'

انهيءَ ساڳئي جرنل ۾ هن پنهنجي پيءُ جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي: 'منهنجو پيءُ هڪ واپاري هيو ۽ پنهنجي ڪاروبار ۾ ڪامياب رهيو. هو پنهنجي ڏنڍي تي هر پل ڌيان ڏيندو هيو ۽ پنهنجو پاڻ کي تندرست رکڻ لاءِ هر روز ورزش ڪرڻ پسند ڪندو هيو. هو عبادت ظاهري ڏيکاءَ لاءِ نہ ڪندو هيو. هن ڪنهن کي بہ اهنج ايذاءُ نہ رسايو ۽ پنهنجي ڏيتي ليتيءَ ۾ سڌو ۽ کرو هوندو هيو. منهنجي دِلي راءِ تہ اِها آهي تہ هو يوگي هيو. هن پنهنجي ڪاروبار کي ڏاڍو وڌايو ۽ ڄمايو. هن پنهنجي فرم ۾ گهٽِن کان گهٽِن ماڻهن کي نوڪريون ڏنيون. ماڻهن کي نوڪريون ڏيئي هن کي دِلي سُڪون ملندو هيو. هو پنهنجي دولت کان بيخبر هيو. پر جڏهن بہ ڏکيو وقت آيو تہ هُو جبل وانگر ثابت قدم رهيو ۽ نقصان جي ڪري ڪڏهن بہ غمگين نہ ٿيو. ساڳيءَ ريت فائدي ٿيڻ جي ڪري هو ڪڏهن بہ آپي مان نہ نڪتو. منهنجي مُنهن تي ڏُک جا آثار ڏسندو هيو تہ چوندو هيو، 'هر وقت ۽ هر ڪم لاءِ تُون خدا کان ڪاميابيءَ جو پروانو نہ ٿو وٺي سگهين. پوءِ ڳڻتي ڇاجي لاءِ!،

جمشيد نوجوان هيو تہ سندس پيءُ کيس نصيحت ڪندي چيو

هيـو تہ زندگيءَ ۾ بہ ڳالهيـون ياد رکـجانءِ: ' هک تہ هکـڙي چڱائيءَ عـيـوض ٻن برايـن جي اُمـيـد رکـجانءِ. ٻيـو تہ ڪڏهن بہ وضـاحت نہ ڪجانءِ. تُنهنجن دوسـتـن کي انهيءَ جي ضـرورت ڪانهي ۽ تـنهنجا دُشمن اعـتـبـار نہ ڪندا.' انهن لفظن ۾ ڪيـڏي نہ ڏاهپ ۽ گـهـرائي آهي. اهي جُملا سدا روشن مشعل بنجي سجي زندگي هن جو سـاٿ ڏيـندا ۽ ڪـيس مـصـيـبت مـان پار اڪـيـريـندا رهيـا. اسـان ڏٺـو آهي تہ خُداترسن کي هن دنيـا ۾ پـوئـتـو پوي ٿـو، ۽ اسـان ڏٺـو تہ جـمـشـيـد بہ خداترسيءَ جي قيـمت ڏني.

والديـن جي اثر کـان سـواءِ جنهن شيءِ جمـشـيـد جي شخـصـيت کي تبديل ڪيـو، سـا ٿـيـاسـافيءَ جي تعليـم هئي. ان کـيس سـمـورن مـذهبـن ۽ عـقـيـدن جي سـچائيـن ۽ حـقـيـقـتـن کـان آگـاهہ ڪـيـو، هن ۾ يـائيـچاريءَ جو جذبو جاڳايوءِ زندگيءَ ۾ روحـانـي رمـز جي چٽـنگ ڏُڪـائي. اهو پڻ سـمـجهـايـو تہ سـيـني مـذهبـن جا اصـول سـاڳـيـا آهن ۽ سچ اهو آهي تہ هر ماڻهو خدا کي پنهنجي سمجهہ آهر پروڙي ۽ ان جو اقـرار ڪري ٿـو . سـچائيءَ طرف لڳاتار تڙپ ئي فـرد جي حـيـاتيءَ ۽ سوچ جا بنياد رکي ٿي.

زندگيءَ جو روحانيت وارو پاسو ئي مذهب آهي. خوشنصيبيءَ سـان جمـشـيـد جو واسطو مـحـتـرمہ ايـني بيـسـنت سـان ٿـيـو. انهيءَ ڳالهہ ئي هن جي روحاني تڙپ کي وڌايو ۽ هن جي اندر تـمـام بلند زندگي ماڻڻ جي اڃ کي اجان وڌيڪ تشنگي بخشي. جيڪڏهن هن کي هڪ منتظم، مفـڪـر، اڳواڻ، تعليـمدان، صنعتـڪـار يا انسـانيت جي علمـبردار جي حيـثيت سان ڏسجي تہ هن جي ڪيل هر عمل ۾ پختو مـذهبي اعـتـمـاد نظر ايـندو ۽ ائيـن مـحـسـوس ٿـيـندو تہ جڻ هو سڀ ڪجهہ خدا جي مرضيءَ سان ڪري رهيو هجي. هن بابت سرمانتيگو ڊِي . پي ويب جهڙي سائـنسي سوچ رکندڙ مـاڻهوءَ بہ چيـو، 'جـمـشـيـد جي حـاصـلات هن جي ذهن جي ڪري نہ پر هُن اندر مـوجود اعليٰ روحانيت جي ڪري آهي.'




’رياستون ۾ مڪاني ادارا، انساني ضرورتن جي مختلف ڪاتن جو انتظام سنڀاليندڙ پُرزا نه هوندا آهن. اهي اصل ۾ خدمتن جو مندر ٺيڻ لاءِ هجن ٿا.... جيڪو منتظم ، خدمت جي مندر جو پوڄاري ناهي، اهو ڪڏهن به ماڻهن جي دلين ۾ خوشيون ۽ مسرت پيدا ڪرڻ لاءِ با ترتيب سرشتي ۾ خاص ڪردار ادا نٿو ڪري سگهي.‘

جمشيد مهتا

’منهنجو خيال آهي تہ جمشيد ڪراچي، اُن جي شهرين ۽ سنڌ جي عوام جي لاءِ تمام وڏو ڪم ڪيو آهي. هن شهر ۾ مون ڪي ڪو بہ اهڙو ماڻهو نظر نٿو اچي، جنهن ايڏو وڏو ڪم ڪيو هجي. هن وقت، پئسي ۽ ذهني صلاحيت جي هڪ جيتري قرباني ڏني آهي، جيڪا تعريف لائق آهي. هي شهر، هن جي اڻميل ڪوشش جو قرضي آهي ۽ اڄ، هر ڪميونٽي بنا ڪنهن هٻڪ جي، ان حقيقت کي تسليم ڪري ٿي.[سر مونٽگو ڊي.پي ويب، ڪي ٽي سي، آءِ. اِي.سي، بي.اِي]

صدي اڳ ڪراچي شهر جو ڪار وهنوار ڪيئن هلايو ويندو هيو؟ جمشيد ان بابت پنهنجي ڪتاب ’ڪراچي ميونسپالٽي‘ ۾ دلچسپ ڳالهيون لکيون آهن. سن 1853ع ۾ جڏهن ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو بنياد وڌو ويو تہ ان جو انتظام هلائڻ لاءِ سيڪريٽري 50 روپين تي، هڪ انگريزي ڄاڻندڙ ڪلارڪ 40 روپيا، هڪ مُنشي ۽ سندس مددگار 10 روپيا ۽ 3 پٽيوالا 6 روپيا حساب سان ماهوار پگهار تي رکيا ويا. ان کان سواءِ آڪٽراءِ کاتي کي ڌار مُنشي ۽ پٽيوالو هُئو. اهڙي طرح مارڪيٽ کاتي ۾ هڪ پٽيوالو 6 روپيا ۽ هڪ جمعدار 3 روپيا مهينو جي حساب سان مقرر ڪيا ويا هئا.

اڄ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن کي پنهنجي ديداور عمارت آهي، جنهن جي نهڻ تي ان وقت 17 لک روپيا خرچ آيو هيو. هاڻي ان ۾ انجنيئرنگ، هيلٿ، ايڊمنسٽريشن، اڪائونٽس، آڊٽ ۽ تعليم سان گڏوگڏ ٻيا بہ ڪيترائي کاتا آهن.عمارت جي وراندي ۾ داخل ٿيڻ سان ئي ٽائيپ رائٽر جي ٽِپ ٽِپ ۽ پٽيوالن جي اچ وڃ جي کِس کِس گهيري وجي ٿي. ميئر پنهنجي ’ميئر واري آفيس‘ ۾ ويهي ٿو. چيف

آفيسر، جنهن جي ماتحتيءَ ۾ تمام گهڻو اسٽاف آهي، تنهن تي نئين ميونسپل ايڪٽ تحت تمام وڏي جوابداري آهي. ايڪٽ مطابق هو سڄي شهر جو ذميوار آهي. ميئر کي اهي اختيار نہ آهن، جيڪي ميونسپالٽيءَ جي صدر طور هن کي 1936ع کان اڳ هوندا هئا، جڏهن اجان ٽائون ايڪٽ عمل ۾ نہ آيو هئو. ڪراچي جيئن اڄ ڏِک ڏئي ٿي، اها ڏهہ سال اڳي ائين نہ هئي. هاڻي ڪراچي هڪ جديد شهر آهي. انهيءَ جا صاف ۽ ويڪرا رستا، صحت ۽ نيڪال جي انتظام کي ڏسي وقت بوقت شهر ۾ ايندڙ ٻاهريان ماڻهو تعريف ڪندا رهن ٿا.*

ڪراچي جيئن اڄ آهي، اُنهيءَ ۾ گهڻو ڪردار جمشيد مهتا جو آهي، جيڪو وسيع النظر ۽ دوُرانديش ماڻهو هو. هو جيئن ئي ميونسپل ڪائونسلر طور [جمشيد 1918ع ۾ پهريون ڀيرو ميونسپل ڪاميٽيءَ جو رڪن چونڊيو] ميونسپل ڪاميٽي ۾ شامل ٿيو تہ هن پنهنجو وقت ۽ توانائي شهري مفادن کي اربڻ شروع ڪيا. جمشيد کي شهري زندگيءَ جو تمام اوچو تصور ۽ جوابدارين جو مڪمل ادراڪ هيو. هن تي سدائين هڪ جنون حاوي رهيو تہ ڪراچيءَ کي وڌ کان وڌ خوبصورت ڪيئن بنائجي. هن اُنهيءَ جو خاڪو پنهنجي ذهن ۾ جوڙيو هئو. جنهن ۾ ويڪرن رستن جا منصوبا، غريبن لاءِ گهرن جوڙڻ واريون رٿائون، خاص طور انهن لاءِ جيڪي تَڏن ۽ ڪَکن جي گهرن ۾ لياري ڪوارٽرن واري هيٺاهن علائقن ۾ رهندا هئا ۽ ڪين زندگيءَ جون ڪي بہ سهوليتون ميسر نہ هُيون. هن رنڇوڙ لائين جي ڪچيءَ آباديءَ کي بهتر بنائڻ کان سواءِ، نيپئر روڊ جي ڪسبياڻين جي بهتري لاءِ پڻ سوچيو، جيڪي زماني جي مجبورين ۽ حالتن جي ستم ظريفيءَ جي ڪري اهو ڪُڌو ڪم ڪري رهيون هيون. ان ڪان وڌيڪ، هن شهر ۾ وڌيڪ ويم گهر، پارڪ، لائبريريون، باغ باغيچا ۽ ڪيڏڻ جي ميدانن لاءِ پڻ سوچيو.

* هتي ورهاڱي کان اڳ واري ڪراچيءَ جو ذڪر ڪيل آهي.

هن کي شهر کي صاف سُترو ۽ بهتر بنائڻ جو شوق هيو. هو ائين سمجهندو هيو تہ صاف شهر جو مطلب آهي تہ 'شهر ۾ رهندڙن کي خوشيون مُيسر هجن.' هن کي عام ماڻهن کي باشعور ڪرڻ جو شوق بہ جُنون جي حد تائين هوندو هيو.

جمشيد جي ايامڪاريءَ ۾ پاڻيءَ جومسئلو پيدا ٿيو تہ هن انکي اهليت، وسيع النظري ۽ جوانمردي سان حل ڪيو. هن اهو محسوس ڪيو تہ ڪراچيءَ ۾ پاڻيءَ جي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ مليرِ ۾ کوهن جو تعداد وڌائڻ بيوقوفيءَ وارو خيال هيو. ياد رهي تہ ان وقت ڪراچيءَ ۾ پاڻي مليرِ ۾ کوٽيل کوهن مان ايندو هُئو. هن جڏهن ڏٺو تہ ڪراچي جي آبادي تمام تيزي سان وڌي رهي آهي تہ انڊس واٽر اسڪيم جو منصوبو پيش ڪيائين. پر انهيءَ اسڪيم تي عمل ڪرڻ لاءِ وڏو مسئلو پئسي جو هيو. هن انهيءَ سلسلي ۾ ڪراچيءَ جي ڪائونسلرن کي خط لکي مسئلي جي نوعيت کان آگاهہ ڪيو ۽ ٻڌايو تہ جيڪڏهن اسين موجوده طريقي تائين پاڻ کي محدود رکنداسين تہ ڪراچيءَ ۾ پاڻيءَ جو وڏو بحران پيدا ٿيندو. هن خط جا ڪجهہ جملا هي هيا: 'ڪراچي خطري جي آخري حد ۾ داخل ٿي چڪي آهي، جيڪڏهن اسان هن وقت ڪو قدم نہ کنيو تہ شايد ٿيندڙ نقصان جو ازالو نہ ڪري سگهون' . انهيءَ خط جي نتيجي ۾ ڪراچي جي بزرگ ۽ بااثر ڪائونسلر مسٽر هوشنگ اين.اِي.ڊِنشا، انهيءَ اسڪيم لاءِ پئسا گڏ ڪرڻ لاءِ پنهنجون خدمتون ان شرط تي آڇيون تہ پئسن گڏ ڪرڻ لاءِ حڪومت ڪيس اختيار ڏئي. جمشيد جي اپيل ناڪام ويئي. جمشيد جو اهڙن ماڻهن سان واسطو پيو هو، جيڪي هن جي دورانديشي ۽ پيشنگوئي سمجهي نہ پئي سگهيا. اهڙي طرح انڊس واٽر اسڪيم، اڌ ۾ رهجي ويئي. ان تي وري ڪم تڏهن شروع ٿيو، جڏهن سرڪار وڏي تعداد ۾ فوجي شهر ۾ رهايا ۽ انهن کي پاڻيءَ جو مسئلو درپيش آيو. پوءِ ان ساڳيءَ اسڪيم تي حڪومت ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ڪراچيءَ جي شهرين کي پاڻي

ملڻ جي پڪي خاطري ٿي.

جمشيد جي ايامڪاريءَ دوران 1920ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ پاڻيءَ جو بحران ٿيو هيو. ٻن يا ٽن سالن جي لڳاتار خشڪ ساليءَ جي ڪري پاڻيءَ جا تلاءَ سُڪڻ لڳا. تلائن ۾ پاڻي صرف ٽن ڏينهن جي استعمال جيترو هيو. هوڏانهن برسات جو ڪو به امڪان ڪونه هيو. شهر مايوسي ۽ پريشانيءَ جي عالم ۾ هيو. تنهن وقت چيف انجنيئر سيشم لي هيو. انهيءَ واقعي جي ڪهاڻي اسان کي جمشيد هيئن ٻڌائي آهي ته، ’جڏهن صرف ٽن ڏينهن جي استعمال جيترو پاڻي وڃي بچيو ۽ بارش جو ڪو به امڪان ڪونه هيو ته اسان پمپ ۽ ٻي مشينري خريد ڪري، نوان کوهه کوٽي پاڻي تلائن ۾ گڏ ڪرڻ شروع ڪيو. اهو ڪم لڳاتار ڏينهن رات هلندو رهيو.‘

مسئلي جي شدت ۽ پريشاني جي ڪري رات وچ ۾ جمشيد جي مٿي جا وار سُفيد ٿي ويا هئا ۽ ويچاري لِيءَ کي ’بي خوابيءَ‘ جي بيماري ٿي پئي. نيٺ چهن ڏينهن ڪانپوءِ بارش پئي ۽ مسئلو حل ٿيو.

ميونسپالٽيءَ جي ڪم جمشيد کي پنهنجي صلاحيتون ڏيکارڻ جو موقعو ڏنو. جمشيد کي شهر جي تعمير لاءِ منصوبا ناهڻ ۽ انهن ساڳين منصوبن کي نئين سر ڊزائين ڪري بهتر بنائڻ جو جُنون هوندو هو. اولڊ ٽائون ڪوارٽرس علائقو، جيڪو ٽي چار ڏهاڪا سال اڳ گند ۽ ڪچري جو ڍير هوندو هئو، تنهن کي عاليشان رهائشي علائقو بنائڻ جمشيد جو ڪمال هيو. هن کي رستا ويڪرا ۽ ڪُشادا ڪرڻ تي پئسن خرچ ڪرڻ وقت ڪا به گهٻراهٽ نه ٿيندي هئي.

اها جمشيد جي دورانديشي هئي جو هن شهر کي سوڙهي ٿين کان بچائڻ لاءِ وچولي طبقي جي آبادڪاري لاءِ ميونسپل جون زمينون ڪوآپريٽو هائوسنگ اسڪيمن کي آسان شرطن تي ڏيڻ جو منصوبو رٿيو. زمين جو اهو سڄو ٽڪرو، جيڪو بندر روڊ جي آخر کان وٺي ڪراچي ڊسٽرڪٽ جيل تائين ويران پيو هوندو هو، اهو ڪوآپريٽو

اصولن تحت گل و گلزار لڳو پيو آهي. اڳتي هلي انهيءَ علائقي کي گارڊن تائون جو نالو پڻ ڏنو ويو هيو، پر هاڻي انهيءَ کي جمشيد ڪوارٽر سڏجي ٿو.

جمشيد جي اها دليّ خواهش هئي ته لياري ڪوارٽر، جتي مزدور طبقو رهي ٿو، تنهن کي چڱي نموني ترتيب ڏئي نئين سر اَڏجي. پر افسوس ته هو ايئن ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ويو. جون 1928ع ۾ ڪاسمو پوليٽن هائوسنگ سوسائٽي جي افتتاحي تقريب ۾ خطاب ڪندي، هن وڏي ڏک وچان چيو ته، ’هتي غريبن کي سر ڍڪڻ لاءِ ڇت به نه ٿي ڏني وڃي، جڏهن ته بمبئي ۾ حڪومت غريبن کي گهر ڏيڻ لاءِ ڪروڙين روپيا خرچ ڪري رهي آهي.ان جي ابتڙ، هتي ڪراچيءَ ۾،حڪومت اسان جي راهه ۾ سوين مسئلا پيدا ڪري رهي آهي.‘

هن جي ذهن ۾ شهر جي هر مزدور کي گهر ڏيڻ لاءِ منصوبو هيو. هو نه رياستي سوشلزم جو حامي هيو ۽ نه ئي وري سرمائيداريءَ جو پيروڪار. پر هن گوتم ٻُڌ وانگر ’وچين واٽ‘ جي چونڊ ڪئي هُئي. هن موجب اها واٽ ڪوآپريٽو تحريڪ هئي، جيڪا ان وقت سنڌ ۾ هندستان جي ٻين علائقن ۾ شروع ٿي چڪي هئي، جنهن کي هن دِل سان قبول ڪندي ان لاءِ پاڻ ارپي ڇڏيو هو.

هو خدا جو سچو ٻانهون هو. جڏهن هن کي عوامي جڳهن ۽ ادارن جي پيڙهه جي پٿر رکڻ لاءِ صدر يا ميئر جي حيثيت ۾ گهرايو ويندو هو ته ان وقت هن جي چپن تي هميشه ڌڻيءَ جو نانءُ هوندو هو. هن جي نظر ۾ شهر جي ترقي باقي هر شيءِ کان مٿيري هئي. شهر جي خوبصورتي ۽ بامقصد واڌ لاءِ هو هر وقت سوچيندو رهندو هو. 1931ع ۾ اڏيار واري ٿياسافست ڪنوينشن ۾ هن ’شهري زندگيءَ جي تعمير نو‘ جي موضوع تي ليڪچر ڏنو. جنهن ۾ هن ميونسپل انتظاميه کي ننڍن جانورن جي اندروني ضابطي سان ڀيٽيو. هن چيو ته ننڍن جانورن جو اندروني ضابطو ستن مکيه درجن ۾ ورهايل آهي:

| | |
|---|---|
| سندريا | Sundarya |
| ڪَريا | Karya |
| جنانا | Jnana |
| اِڇا | Iccha |
| ڪِريا | Kriya |
| ڀڪتي | Bhakti |
| وجنانا | Vijnana |

اهي ضابطا دنيا ڪي هلائڻ ڪان علاوه شهري تنظيمن ڪي ٻه بهتر نموني هلائڻ لاءِ هڪ مثال آهن. اهو جمشيد جو نظريو ۽ خواب هيو تہ زندگيءَ ڪي سيني لاءِ خوبصورت بنائجي ۽ پريم جا ڪرٽا هر هنڌ پکيڙجن. پنهنجي انهيءَ مقصد ڪي ڪامياب بنائڻ لاءِ هن شهرين ڪي پنهنجيون جوابداريون سمجهائڻ سان گڏ شعور ڏيڻ شروع ڪيو. ان ڪان سواءِ هن سهپ ۽ اجتماعي عمل تي پڻ زور ڏنو.

ڪاسمو پوليٽن هائوسنگ سوسائٽي جي افتتاحي تقريب ۾ خطاب ڪندي هن چيو، 'مان ان ڏينهن جو تصور ٿو ڪيان، جڏهن اسين سڀ هن ننڍڙي خوبصورت ٽڪري تي ويهي، ذاتي مفادن ڪان اتم تي، خُدا ۽ پنهنجي وچ ۾ ايڪتا لاءِ سوچيندا سين. اهو تڏهن ئي ممڪن ٿي سگهي ٿو، جڏهن اسين هڪ ٻئي ڪي برداشت ڪيون. ڇو تہ سهپ ئي اهڙو رستو آهي، جيڪو خدا ڏانهن وجي ٿو.'

جمشيد جي مدد لاءِ هن سان گڏ تمام لائق ۽ فرض شناس آفيسر هوندا هئا، جن مان ڊاڪٽر اِي.ڊي شروف، جيڪو اڳتي هلي چيف آفيسر ٿيو، هڪ مثالي هيلٿ آفيسر هو. مسٽر جهانگير اين سيٺنا ايگزيڪيوٽو انجنيئر هيو، جيڪو هڪ مجيل ۽ پروسي جوڳو آفيسر هيو. نئين ميونسپل بلڊنگ جا منصوبا جڏهن عمل هيٺ هئا، تہ جمشيد انهن جي نظرداري پاڻ ڪندو هيو. ميونسپل جي عمارت شهر جي آرڪيٽيڪچر ۾ هڪ خوبصورت واڌارو آهي. 7 جون 1931ع

تي انهيءَ نئين بلڊنگ جي افتتاحي تقريب کي خطاب ڪندي هن هي يادگار لفظ چيا. ’ميونسپل آفيس کي مان غريبن جي خدمت ڪندڙ مندر سمجهان ٿو.‘ اڄ اسان جي ڪيترن اعليٰ عملدارن کي اهڙو خدمت جو مقصد ذهن ۾ آيو هوندو؟

اسان جمشيد جي وجداني سگهه جو اندازو هن ڳالهه مان لڳائي سگهون ٿا ته ميونسپل بلڊنگ جي منصوبي ۾ ميونسپل ميوزم جي جڳهه پڻ شامل هئي ۽ انهيءَ جي ڊزائين ايگزيڪيوٽو انجنيئر مسٽر جهانگير سيٿنا ڪئي هئي. انهيءَ عمارت جي وچ تي هڪ گنبذ هيو. جڏهن جمشيد عمارت جي منصوبي کي ڏٺو ته هن کي وچ تي گنبذ پسند نه آيو ۽ هن گُنبذ ختم ڪرڻ پئي چاهيو، پر مسٽر سيٿنا چيو ته اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو. ڇو ته گُنبذ بلڊنگ جي اڏاوتي خوبصورتي کي وڌائي ٿو. اُنهيءَ کان سواءِ بلڊنگ بُسي لڳندي، تنهن جي ڪري ان جو هجڻ بلڪل ضروري آهي. جنهن تي جمشيد ڪيس چيو، ’جيئن توکي سٺو لڳي تيئن تون ڪر! پر مون توکي ٻڌايو ته مان گنبذ پسند نه ٿو ڪريان. مان تنهنجي ڳالهه سمجهان ٿو پر الائي ڇو مان محسوس ٿو ڪريان ته اسان جي بلڊنگ ۾ گنبد نه هئڻ گهرجي.‘

مسٽر سيٿنا پنهنجي ڳالهه تي قائم رهيو ۽ جمشيد ڪيس ڇڏي ڏنو. جڏهن بلڊنگ تيار ٿي ته اُنهيءَ گنبذ ۾ هڪ ڏار پئجي ويو. نتيجي ۾ سڄي بلڊنگ کي خطرو ٿي پيو. عمارت جو ڪجهه حصو نئين سر ٺاهيو ويو، جنهن ڪري ميونسپل انتظاميه کي ڪافي تڪليف ٿي ۽ ڪيترائي وڌيڪ پئسا خرچ ڪرڻا پيا.

جمشيد جي روحاني قوت جو هڪ ٻيو واقعو هن ريت آهي ته واٽر سپلائي اسڪيم ۾ ڪجهه خرابيءَ جي ڪري شهر جي ڪجهه حصن خاص طور ايلفنسٽن اسٽريٽ ۾ پاڻي جي سپلائي نه ٿي رهي هئي، ڇاڪاڻ ته ڪجهه هنڌن تي پاڻيءَ جا پائيپ ڪليل هئا. انهيءَ موقعي مان ڪجهه بدديانتدار دڪاندارن وڏيون رقمون حاصل ڪرڻ لاءِ

ويمو تيل شين جي گودامن کي باهيون ڏيڻ شروع ڪيون. ڏهاڙي ڪٿي نہ ڪٿي باهہ جو واقعو ٿيندو هيو ۽ فائر برگيڊ کي اُتي پهچڻو پوندو هيو. جڏهن جتي بہ باهہ جو واقعو ٿيندو هيو تہ جمشيد فائربرگيڊ جي عملي سان گڏ سڀ کان پهريں واقعي واري هنڌ موجود هوندو هيو. اها عجب ڳالهہ هئي تہ جمشيد گهري ننڊ ۾ هوندي بہ باهہ لڳڻ جو گهگهو ٻڌي وٺندو هيو. ڪن حالتن ۾ جڏهن اهو آواز سندس ڊرائيور ٻڌندو هيو تہ هو جمشيد جي چوڻ کانسواءِ هُن وٽ ڪار ڪاهي ايندو هيو. ۽ جمشيد هڪ پل بہ ضايع ڪرڻ بنا ، واقعي واري هنڌ تي پهچي ويندو هيو. ايئن ئي باهہ لڳڻ جي سيني واقعن ۾ ٿيندو هيو، جنهن مان لڳي ٿو تہ الهامي قوتون ڪيس ۽ سندس ڊرائيور کي جاڳائينديون هيون، پوءِ پلي هو ڪيڏي بہ گهري ننڊ ۾ چو نہ هجن. باهہ جي گُهگهوءَ تي ننڊ مان اٿڻ وارو عمل تڏهن بند ٿيو، جڏهن هو ميونسپل ڪارپوريشن تان رٽائر ٿيو. ميونسپالٽيءَ جي ڪم سان هو پنهنجو پاڻ کي مڪمل سلهاڙي چڪو هو. ان حد تائين جو هر ڏکئي وقت ۾ اڻ ڏٺل الهامي قوتون ڪيس اتساهينديون ۽ رهبري ڪنديون رهنديون هيون. اهو اڪثر محسوس ڪيو ويو هيو، جنهنجو ذڪر جمشيد خود بہ ڪيو هو، تہ جڏهن هو اهم عوامي گڏجاڻين ۽ ميڙاڪن ۾ خطاب ڪندو هو تہ الهامي قوتون پنهنجا لفظ هن جي واتان چورائينديون هيون. هو تہ صرف خدا جي رضا کي عملي روپ ڏيڻ جو صرف هڪ ذريعو هوندو هو.

آرٽلري ميدان لاءِ هڪ پاسي صوبائي حڪومت* پنهنجي دعويٰ ڪئي هئي ۽ هوڏانهن ٻئي طرف ميونسپالٽيءَ بہ چوڻ شروع ڪيو تہ جي سچو نہ تڏهن بہ انجو ڪجهہ حصو سندن آهي. حڪومت انهيءَ ميدان جو هڪ انچ بہ کين ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئي. ميونسپالٽيءَ کي چيو ويو تہ پنهنجي دعويٰ کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن وٽن ڪو ثبوت آهي تہ پيش ڪيو وڃي. اهو هڪ ڏکيو ڪم هيو. حڪومت پنهنجي

* ان دور ۾ سنڌ بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو هئي.

ڳالهہ تي اٿل هئي. ان جو خيال هيو تہ مسئلي تي انهيءَ جو اختيار ڪيل مؤقف ڪافي مضبوط هيو. جمشيد انهيءَ حوالي سان هڪ ڳالهہ ٻڌائي تہ ڪيئن هڪ اڳوڻي اعليٰ سرڪاري عملدار مسٽر برچ جي بيواهہ طرفان تحفي طور مليل ڪتاب جا پنا اٿلائيندي انهيءَ مان هڪ ڪاغذ ڪري پيو. ان ڪاغذ جو سڌو واسطو آرٽلري ميدان واري جهڳڙي سان هيو. انهيءَ ڪاغذ جي ٽڪري ڪيس ميونسپل ڪيس وڙهڻ ۾ ڪافي مدد ڏني ۽ اهڙو نوٽ هن پنهنجي ڊائري ۾ پڻ لکيو. ميونسپالٽيءَ جمشيد کي اهو اختيار ڏنو تہ هو آرٽلري ميدان بابت سرڪار سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري. انهيءَ سلسلي ۾ هو پونا ويو، جتي گورنر جي سيڪريٽري تہ هن سان ملاقات ڪئي پر هن کي گورنر صاحب سان ملائڻ کان انڪار ڪيائين. ڇاڪاڻ تہ ملاقات لاءِ اڳواٽ وقت نہ ورتو ويو هو. جڏهن جمشيد سيڪريٽريءَ کي اها ڳالهہ سمجهائي تہ هو گورنر سان ڪنهن اهم سرڪاري معاملي تي ڳالهائڻ چاهي ٿو، هو پونا ۾ صرف هڪ ڏينهن لاءِ آيو آهي ۽ ڪيس هڪدم واپس وڃڻو آهي. نيٺ هن کي گورنر سان ملايو ويو، جنهن ۾ هن گورنر کي ڪرن لفظن ۾ ٻڌايو تہ ’ صوبائي حڪومت آرٽلري ميدان واري ڪيس ۾ نسوري اٽڪل بازي ڪري رهي آهي.‘ جمشيد پنهنجو ڪيس ڪلبل ۽ واضح انداز ۾ گورنر جي اڳيان رکيو ۽ ثابتيءَ طور اهو خط، جيڪو مسٽر برچ جي زال طرفان تحفي ۾ ڏنل ڪتاب مان ڪريو هيو، پيش ڪيو. اهو خط ڏسڻ کان پوءِ ڪيس جي نوعيت ئي تبديل ٿي ويئي. گورنر جمشيد کي چيو تہ، ’هو سائنس ساڳيئي ڏينهن تي ٻيهر ملي.‘ ان ٻي ملاقات دوران مسٽر ميراس [بمبئي سرڪار جو مشاورتي انجنيئر] ۽ ٻيا سرڪاري عملدار موجود هيا. انهن سڀني جي سامهون گورنر جمشيد جي همت جي تعريف ڪئي ۽ آرٽلري ميدان جي حوالي سان حڪومت طرفان اختيار ڪيل رويي تي افسوس جو اظهار ڪيو. جمشيد جي انهيءَ حاصلات کي اسان ائين

چتو ڪري سگهون ٿا تہ ان معاملي ۾ بہ الهامي قوتن هن جي مدد ڪئي ۽ هن ميونسپل آرٽلري ميدان حڪومت کان ڪٽي ورتو.



اسان کي معلوم آهي تہ جڏهن جمشيد کي نائٽ هڊ [Knighthood] اعزاز ڏنو پئي ويو تہ هن اهو ونڻ کان انڪار ڪيو. هن جو انڪار بہ بينظير هيو. هن انگريز سرڪار کي چيو، 'جيڪڏهن مان توهان جو اعزاز قبوليندس تہ پنهنجا دوست وڃائيندس. جڏهن تہ مان انهن سان تمام گهڻو پيار ڪريان ٿو.' جمشيد جيڪڏهن چاهي ها تہ زندگيءَ ۾ تمام اعليٰ عهدن تي پهچي ها. هو انڊيا جو هائي ڪمشنر يا وائيسراءِ جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو ميمبر تہ آساني سان ٿي پئي سگهيو پر هن جي انسانيت، جيڪا حقيقت ۾ روحانيت جو اُهڃاڻ هئي، تنهن هن جي نفساني خواهشن جي گهوڙي کي لغام ڏنو. فلسفو هن جي رڳ رڳ ۾ شامل هو. مذهبي جذبا هن جي هر ڏک مان لياڪا پائيندا هيا ۽ هو خاڪي ۽ خدائي راضپي جي ڪرمن جو مجسمو هيو. اهڙي ڪردار کي سياسي چشڪا پاڻ ڏانهن ڇڪي ونن، اها ڳالهہ تصور کان بہ ٻاهر هئي. هن پنهنجو پاڻ کي انهن مزن ۽ لسٽن کان روڪي دانشمندي ڪئي.

'ڊيلي گزيٽ' سرڪار طرفان جاري ڪيل مجتنا واري لسٽ ۾ جمشيد جو نالو شامل نہ هجڻ بابت، 2 جنوري 1920ع واري اشاعت ۾ هي ايڊيٽوريل لکيو:

'جمشيد نسروانجي جو نالو اعزاز سائيندڙن جي لسٽ ۾ نہ ڏسي صدمو پهتو آهي. چوتہ جمشيد مهتا هڪ شهري طور سٺين کان وڌيڪ سوچ، وقت ۽ محنت سنڌ ۽ انهيءَ جي گاديءَ واري شهر جي بهتري لاءِ صرف ڪيا آهن. هن لڳ ڀڳ پنهنجا اٺ سال ميونسپل صدر جي حيثيت سان شهرين جي ڀلائيءَ خاطر پنهنجون ذهني ۽

جسماني توانائيون خرچ ڪيون. هن جهڙو قابل ميونسپل صدر شايد ئي هن صدي ۾ ملي.'

جمشيد مهتا هڪ ٻي عوامي تحريڪ يعني سنڌ ۾ ڪوآپريٽو موومينٽ جو روح روان پڻ هئيو. انهيءَ چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ سنڌ اندر ڪا بہ اهڙي عام ڀلائيءَ جي تحريڪ نہ هئي، جنهن ۾ هو ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان شامل نہ رهيو هجي. جمشيد جهڙا مرد مجاهد، همدرد ۽ خود غرضيءَ کان پاڪ فرد سنڌ ۾ گهٽ ملندا. هن جا سُنا ڪم گهٽن جي نظرن کان اوجهل رهيا آهن. جڏهن نئين ميونسپل بل بابت بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل ۾ بحث ڪيو ويو تہ بمبئي جي گورنر جمشيد نسروانجي ۽ خان صاحب گبول کي فيبروري 1933ع ڌاري ٿيندڙ ليجسليٽو ڪائونسل جي اجلاس لاءِ ايڊيشنل ميمبر مقرر ڪيو. جمشيد تہ ميونسپل معاملن جو ماهر [Authority] هو، تنهن ڪري ان کي ڪائونسل ۾ رکڻ تہ سمجهہ ۾ آيو پئي پر خان صاحب گبول جي مقرري تي عجب لڳو. انهن ٻنهي ڪائونسل جي گڏجاڻي ۾ شرڪت ڪئي ۽ توقع موجب جمشيد مهتا جداگانہ چونڊ سرشتي [Separate Electorates] جي خلاف ڳالهايو ۽ ڪميٽيءَ جڏهن پنهنجي رپورٽ پيش ڪئي تہ هن ان تي پنهنجو اختلافي نوٽ لکيو. اسين هتي سندس خيال پيش ڪيون ٿا:

'جداگانہ چونڊ نظام هڪ بيماري آهي، انکي هڪدم ختم ڪرڻ گهرجي. جڏهن ڪميونٽيءَ لاءِ جدا سيٽون مخصوص ٿيل آهن ۽ اهي قبوليون ويون آهن تہ پوءِ جداگانہ چونڊ سرشتو قائم ڪرڻ جو ڪو جواز نہ ٿو رهي. ڇو تہ سڀني ڪميونٽين کي اهو حق هئڻ گهرجي تہ هو پنهنجي ڪميونٽيءَ جي مفاد کان بالاتر ٿي بهتر ماڻهو ميونسپل ڪاميٽي لاءِ چونڊين. اهو شهري جوابداريءَ جو اهم نقطو هجي ٿو تہ ميونسپل جا نمائندا اهو سوچن تہ هو هتي ڪنهن خاص ڪميونٽي جي نہ پر سڄي شهر جي خدمت ڪرڻ آيا آهن. تنهن کان سواءِ گڏيل اليڪٽوريٽ وارو سسٽم شهرين ۾ ميٺ محبت ۽

پائيچارو پيدا ڪندو. گورنمينٽ خود 1918ع واري پاليسيءَ ۾ ڪميونٽي جي بنياد تي نمائندگيءَ جي خلاف هئي. شهري زندگي جي واڌ ويجهه ڪميونٽي اليڪٽوريٽ واري ماحول ۾ نٿي ٿي سگهي. تنهن ڪري گڏيل اليڪٽوريٽ وارو سسٽم پنهنجي مڪمل جوهر سميت لاڳو ڪيو وڃي. هو جيڪي زندگيءَ جي هڪ جهڙائيءَ ۾ عمل تي يقين رکن ٿا انهن لاءِ ڌار چونڊ نظام هڪ تڪليف ڏيندڙ ڳالهه آهي. اهو سچو شهري نه آهي، جيڪو گروهيت ۾ ويساهه رکي ٿو.'

جمشيد طرفان ڌار چونڊ نظام جي مخالفت ڪرڻ سمجهه ۾ ايندڙ ۽ منطقي هئي، پر افسوس جو جمشيد جي ڳالهه ڪنهن به نه ٻڌي. ڇاڪاڻ ته ان وقت ماڻهن جي سوچ ان سطح تائين نه پهتي هئي، جو هو گروهه بندي کان متاهون ٿي سوچن. ۽ اڄ به اها ساڳي سوچ ۽ نندڙو ذهن اسان جي سنڌ جي سياست تي حاوي آهي. جڏهن ميونسپل ايڪٽ پاس ٿيو ته جمشيد اُنهيءَ ايڪٽ تحت پهريون ميمبر چونڊيو ويو ۽ هن انهيءَ حيثيت سان ڪارپوريشن جي آفيس 8 نومبر 1933ع تي سنڀالي. اهو سندس زندگي جو اهم ترين ڏينهن هيو. هن جي بي لوث خدمت جي جذبي کي ڪارپوريشن جي 23 ميمبرن 7 مختلف ٻولين ۾ ساراهيو ۽ دلي مبارڪ ڏني.

جمشيد مهتا کي ميونسپل صدر ۽ ميئر جي حيثيت سان اهو اعزاز حاصل هيو ته هن مشهور شخصيتن مهاتما گانڌي، پنڊت مدن موهن مالاديا، سيٺ جمنا لال بجاج، وائسراءِ هند ۽ مختلف گورنرن جي موجودگي ۾ ڪيترائي ڀيرا خطاب ڪيو.

فيبروري 1927ع ۾ جڏهن مسٽر شپور جي. سڪلات والا، جيڪو هڪ مشهور پارسي ڪميونسٽ ۽ برطانيه جي هائوس آف ڪامنز جو ميمبر هو، برطانيه کان ڪراچي آيو ته ان جي مان ۾ ميونسپالٽيءَ هڪ آجياڻو ڏنو. انهيءَ تي 'ڊيلي گزيٽ' ڏاڍو گوڙ ڪيو ۽ ڪراچي ميونسپالٽي جي اڳواڻن جي ذهني لاڙي بابت نشاندهي ڪندي، حڪومت ۽ ڪميونسٽ مخالف ڌرين کي آگاهه

ڪيو. اخبار لکيو تہ، 'اهڙي اڳواڻ جي آجياڻي لاءِ ڪراچي ميونسپالٽيءَ خرچ جي منظوري ڪيئن ڏني؟' پر اخبار جي انهيءَ هاءِ گهوڙا جو عوام تي ڪو اثر ڪونہ پيو. الٽو آجياڻي واري هال ۾ تر ڇڻڻ جيتري جاءِ بہ نہ رهي. مسٽر سڪلات والا جمشيد جا ٿورا مڃيا ۽ ماڻهن مسٽر سڪلات والا جي تقرير کي ڏاڍو ساراهيو.

نومبر 1927ع ۾ وائسراءِ هند لارڊ آرون شهر جو دورو ڪيو. ميونسپالٽيءَ ڪيس فريئر هال ۾ پليڪار ڏنو. جنهن آجياڻي جي تقرير، جمشيد مهتا ميونسپالٽيءَ جي صدر جي حيثيت سان ڪئي. نومبر 1928ع ۾ بمبئي جي گورنر پنهنجي رٽائر مينٽ جي موقعي تي ڪراچيءَ جو دورو ڪيو، جنهن دوران ميونسپالٽيءَ هن کي آجياڻو ڏنو. گورنر پنهنجي تقرير ۾ جمشيد جي اڻٿڪ محنت تي ڪيس خراج تحسين پيش ڪندي چيو تہ، 'منهنجو هڪ خيال آهي، جنهن سان هان بہ متفق ٿيندؤ تہ هن ميونسپالٽيءَ جي ڪاروبار کي هلائڻ ۽ ...ين ترقياتي اسڪيمن کي لاڳو ڪرڻ لاءِ ميونسپل صدر جي لڳن ۽ پاڻ ارپڻ واري جذبي سبب ڪيس داد ڏيڻ گهرجي.' هن وڌيڪ چيو تہ 'جمشيد مهتا هڪ ڪاهوڙي ڪردار آهي. اهو منهنجو ذاتي مشاهدو آهي تہ شهر جي ماڻهن جو مفاد هن لاءِ هر ڳالهہ کان اهم آهي. اهو هن جي شخصيت جي ڪري ئي آهي، جو ڪيترائي کاتا هڪٻئي سان هم آهنگ ۽ تعاون ڪندڙ آهن. ريلوي اختياريـن ۽ پورٽ ٽرسٽ سان ڳالهہ ٻولهہ دوران بہ هو ميونسپالٽيءَ جي مفاد کي هميشہ مٿاهون ٿو رکي.'

آڪٽوبر 1929ع ۾ ليبر پارٽيءَ جي مشهور اڳواڻ رائيٽ آنرري وي. ايس.ايس. ساستري ڪراچي جو دورو ڪيو. هن جي مان ۾ ڪراچي ميونسپالٽي طرفان هڪ آجياڻو ڏنو ويو. مسٽر ساستري جمشيد جي تقرير مان تمام گهڻو متاثر ٿيو. هن پنهنجي تقرير دوران مذاق جي انداز ۾ جمشيد ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ، 'هن غير رواجي ماڻهوءَ فرض شناسي ۽ تصورن جو اهڙو اعليٰ مقام قائم

ڪيو آهي، جو هن ڪان پوءِ ايندڙن کي اهو ساڳيو مقام برقرار رکڻ ۾ تمام گهڻي تڪليف ٿيندي.' هڪ مهينو پوءِ بمبئيءَ جي گورنر هزهائنس سرفريڊبرڪ، جڏهن ڪراچيءَ جو دورو ڪيو ته هن کي ميونسپالٽي جي طرفان پليڪار ڪيو ويو. پنج سال پوءِ مارچ 1934ع ۾ رائيٽ آنرري لارڊ ڪراچيءَ جو دورو ڪيو ۽ ڪارپوريشن طرفان ڪيس ڏنل آجياڻي ۾ جمشيد هن کي پليڪار چئي. جڏهن ته رائيٽ آنرري لارڊ، پنهنجي جوابي تقرير ۾ جمشيد جي سٺي ڪم جي تعريف هن ريت ڪئي، 'توکي ۽ تنهنجي عبادت جهڙي ڪم کي، منهنجون خاص مبارڪون هجن، جو تون ڪارپوريشن جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ هڪ ڪئن ڪم خوش اسلوبيءَ سان سر انجام ڏئي رهيو آهين ۽ ساڳئي وقت پنهنجي شهرين جو اعتماد بحال رکندي، ڪين اڳتي وڌڻ ۾ رهنمائي مهيا ڪري رهيو آهين.'

جمشيد جي ميونسپل عرصي واري زندگي گلن جي سيج نہ هئي، جينوئيڪ سٺي ڪم ۽ بي لوث خدمت جي ڪري هن سٺو نالو ۽ عزت پاتي هئي پر پوءِ بہ هن ميونسپل کي چڏي ڏنو، چوتہ هو 'پارٽي بازيءَ' ۾ يقين رکندڙ نہ هيو. هن کي هر ڪم ۾ پارٽيءَ جي احساسن ۽ اعتراضن کي مد نظر رکڻو پئي پيو. هن ڪڏهن بہ سچي تنقيد تي اعتراض نہ ڪيو. مسٽر اي.اي پراتيس، ايم.اي.اي، جيڪو هڪ ذهين يورپي ڪائونسلر هيو، جمشيد جي بحثن دوران مداخلت ڪندو رهندو هيو. هن جمشيد جي ليند پاليسي تي چٽي تنقيد ڪندي، انهيءَ کي غير انساني روش ۽ هڪ نيچ اسڪيم سڏيو، چو تہ هو پاڻ ڪاٽيج هومز جو حمايتي هيو پر اها ڳالهہ وساري ويٺو تہ ايتري آباديءَ کي ڪاٽيج هومس ۾ رهائي نہ پيو سگهجي. 17 مارچ 1930ع تي مسٽر نارائنداس. اي. جيڪو ڪراچي جو مزدور اڳواڻ هيو، تنهن جمشيد مهتا جي خدمتن جي مڃتا طور هڪ قرارداد پيش ڪئي، جنهن ۾ هن چاٽايو تہ 'هي ڪاربوريشن، پنهنجي دلي خواهش رڪارڊ تي رکڻ ٿي چاهي تہ اها مسٽر جمشيد. اين. آر.

مهتا، پريزيڊنٽ ميونسپالٽي، جي خدمتن کي ساراهي ۽ تسليم ڪري ٿي ۽ ان سان گڏ اهو يقين رکي ٿي ته هو مستقبل ۾ به ساڳيءَ جوش ۽ جذبي سان پنهنجون خدمتون جاري رکندو.' اها قرارداد سازش ۽ جوابي سازش واري روش جي بلڪل اُبتڙ هئي. هتي اها ڳالهه اسان کي ضرور مڃڻي پوندي ته مسٽر اي.ايل. پراتيس جمشيد جي پاليسين تي تنقيد ضرور ڪندو هو پر سُٺي ڪم جي تعريف ڪرڻ کان پڻ رهي نه سگهندو هيو. هن جمشيد جي واڪاڻ هڪ گڏجاڻي ۾ ڪئي، جيڪا اسين هتي پيش ڪري رهيا آهيون. 'مسٽر جمشيد اين.آر. مهتا اڳوڻن صدرن جي ڀيٽ ۾ اعليٰ نموني نڀايو آهي. مون جمشيد جي انتظاميا جو ويجهي کان مشاهدو ڪيو آهي، ۽ اهو خاطري سان چوان ٿو ته هي ٻين کان مٿاهون صدر آهي. مون ڪڏهن به جمشيد جي اکين ۾ جهاتي پائي نه ڏٺو آهي، پر پوءِ به هن جي ڀڪ جوئي ۽ فرض سان نڀاءَ بابت نوهان کي ٻڌائي سگهان ٿو. مون کي تعجب آهي ته جمشيد ميونسپل جي ڪم لاءِ ايترو وقت ڪٿان ٿو ڪڍي.' ڪائونسلرن هن تي بدعنواني، پنهنجي پارسي ڪميونٽيءَ کي نوازڻ ۽ اهڙي قسم جا ٻيا الزام هنيا. انهن مان هيٺين قرارداد، ميونسپالٽيءَ ڏانهن بحث لاءِ موڪلي وئي:

'ڏاڍن جي چاري، واري موضوع تي بحث دوران، صدر صاحب جو جيڪو رويو هيو، اُهو انهيءَ ڳالهه جي نشاندهي ٿو ڪري ته اتي بدعنواني جا تمام گهڻا امڪان آهن. ان کان سواءِ اهڙن ٻين اهم موضوعن بابت ميونسپالٽيءَ کي اعتماد ۾ به نٿو ورتو وڃي ۽ صدر پنهنجي ڳالهه مڃائڻ لاءِ هال کان ٻاهر جا خانگي واسطا پڻ استعمال هيٺ آڻي ٿو، جنهنڪري ان نتيجي تي پهچجي ٿو ته هن هال کي هاڻي صدارت ۾ اعتماد ناهي رهيو.'

قرارداد کي مڪمل طرح رد ڪيو ويو. ان کان پهرين قرارداد پيش ڪندڙ ميمبر، جمشيد جي اوڻاين بابت هڪ ڊگهي تقرير ڪئي پر آخر ۾ هن پنهنجي قرارداد پاڻ ئي واپس وٺڻ جو چيو.

هاڻي هڪ ٻئي واقعي جو ذڪر ڪيون، جيڪو جمشيد جي ميونسپل ڪيريئر ۾ تمام اهم آهي. اهو واقعو هن ربت آهي ته مسٽر ايچ. بگ وٿر، جيڪو برما شيل آئل اسٽوريج اينڊ ڊسٽريبيوشن ڪمپني لمٽيڊ ڪراچيءَ جو مئنيجر هيو، تنهن جمشيد کي سيپٽمبر 1931ع ۾ خط لکيو، جنهن ۾ هن اهو الزام هنيو ته، 'ميونسپالٽيءَ جي صدر، پڪا روڊ ناهڻ لاءِ تارڪول ۽ ريتي گهرائڻ واري ٺيڪي جي ٽينڊر ۾ هن سان دوکو ڪيو آهي.' اهو الزام هڪ ذميوار انگريز هڪ مقامي درويش صفت شخص تي هنيو هيو. انهيءَ الزام لڳڻ سان جمشيد جي لڳن ۽ ڪم تي ڪوبه فرق نه پيو. ڇو ته هن جا هٿ ۽ ذهن صاف هيو. هو ائين به ڪري پئي سگهيو ته خط کي پڙهي رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ ڦٽي ڪري ڇڏي ها. پر اهو خط هن لاءِ اهم هيو، ڇاڪاڻ ته خط ۾ هن تي ڪو شخصي نه پر ڪارپوريشن اڳواڻ جي حيثيت ۾ الزام هنيو ويو هو. هن اهو معاملو تمام جلدي هائوس ڏانهن غور ۽ بحث لاءِ موڪلي ڇڏيو. انهيءَ الزام جا به پهلو ٽين ٿا. پهريون ته پريزيڊنٽ جاٽي بجهي هائوس کي انهي معاملي بابت اڻ ڄاڻ رکيو هيو، ٻي ڳالهه ته ڪارپوريشن ۽ ان جي صدر جي وقار کي پڻ متاثر ڪيو هيو ۽ ٺيڪيدارن جي بي عزتين ۽ حملن کان بچائڻو هيو. انهيءَ جي جڳهه تي ڪا ٻي ميونسپالٽي هجي ها ته هو اڪثريت راءِ سان هڪ قرارداد پاس ڪرائي، برماشيل ڪمپني جو نالو ٺيڪيدارن جي لسٽ مان ئي خارج ڪرائي سگهي ها، پر جمشيد وڏي دل وارو ماڻهو هيو. هن انهيءَ مسئلي کي هڪ طريقي سان حل ڪرڻ پئي چاهيو. هن ميونسپالٽيءَ جي ميمبرن اڳيان هڪ منطق سان ڀرپور ۽ مدلل تقرير ڪئي. هن چيو، 'جناب معززين! اهو مناسب ٿيندو ته مان پنهنجي صورتحال واضح ڪريان. عام زندگيءَ ۾ جڏهن هڪ فرد عوامي اڳواڻيءَ وارو ڪم پنهنجي ذمي کڻي ٿو ته هن جي ڪڏهن تعريف ڪئي ٿي وڃي ته ڪڏهن ڪيس گهٽ وڌ ڳالهايو ٿو وڃي. ڪڏهن ته سندس اهڙن ڪمن

جي بہ تعريف ڪئي ٿي وڃي، جيڪي هن ڪيا ئي نہ هجن. اهڙي ئي نموني ڪڏهن اهڙن ڪمن بابت ڪيس گهٽ وڌ ڳالهايو وڃي ٿو، جيڪي ڪم هن جي ڪاتي ۾ ناهن هوندا...

'اسان، جن جي تربيت ڪامل رهبرن جي نگرانيءَ ۾ ٿي آهي، تن اسان کي سيکاريو آهي تہ اسان کي تعريف ۽ اجائي تنقيد کان بالاتر ٿي ڪم ڪرڻو آهي. جڏهن ڪو تعريف يا تنقيد ٿو ڪري تہ اسان کي مڪمل خاموش رهڻو آهي. اهو غير اهم نقطو آهي تہ ڪير توهان لاءِ ڇا ٿو سوچي. برماشيل جي مئنيجر 'سنڌ آبزرور' ۾ لکيو آهي تہ جيڪڏهن ڪا انڪوائري ڪميٽي انهيءَ معاملي جي جانچ لاءِ رکي وڃي تہ هو پنهنجي موقف تان هٿ ڪڍڻ لاءِ تيار آهي. مان هڪ ڳالهہ واضح ڪريان تہ مان برماشيل ڏانهن نہ پر توهان ڏانهن جوابدار آهيان. مسٽر بگ وٽر پنهنجي موقف تان هٿ ڪڍي ٿو يا نہ، منهنجي تعريف ٿو ڪري يا تنقيد، اهو منهنجو مسئلو ناهي. هي معاملو تہ منهنجي ۽ خدا جي وچ ۾ آهي. مونکي مسٽر بگ وٽر کان بہ ڪا شڪايت نہ آهي، ڇوتہ اهو بہ هن جو ۽ هن جي خدا جو معاملو آهي. پر معاملو تڏهن اهم آهي، جڏهن اسان مان ڪي ڪن ادارن ۾ اهم عهدن تي آهن. تنهنڪري دنيا جي جمهوري روايت موجب هن کي ڪن اصولن ۽ اخلاقي ضابطن تحت پابند رهڻو آهي. انهن اصولن مان هڪ اهو بہ آهي تہ جڏهن انهيءَ عهديدار تي ڪي الزام لڳن تہ هو انهن اصولن تحت پنهنجو پاڻ کي انهيءَ اداري اڳيان حساب ڪتاب لاءِ پيش ڪري. مون کي برماشيل ڪمپنيءَ کان ڪا بہ شڪايت نہ آهي ۽ نہ ئي مان ڪارپوريشن ڏانهن ان ٻار جي حيثيت ۾ آيو آهيان، جنهن کي جڏهن چپيٽ ملندي آهي تہ ماءُ وٽ داد رسيءَ لاءِ ايندو آهي يا ماءُ کي چوندو آهي تہ انهيءَ ٻار کي مار ڏئي جيڪو هن سان وڙهيو آهي. انهيءَ حوالي سان منهنجي پوزيشن بلڪل واضح آهي. مان هن هائوس جي همدردي وٺڻ نہ آيو آهيان. منهنجي ڪيس کي آئين جي حوالي سان ڏٺو وڃي. آئين انهيءَ معاملي بابت ائين

چوي ٿو تہ منهنجو پڇاڻو اهي ئي ڪري سگهن ٿا ، جن مون کي صدر چونڊيو آهي. ميونسپالٽيءَ جي صدر جي حيثيت ۾ مان هڪ، ڪارپوريشن جي ميمبرن ۽ ٻيو، سنڌ جي ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر ڪسٽم ڏانهن جوابدار آهيان. ان يا انهيءَ جهڙن ٻين مسئلن تي سنڌ جو ڪمشنر مجاز آهي تہ هو مون کي گهرائي ۽ اهڙن معاملن بابت وضاحت گهري يا مون کي مون بابت ڪجهہ چوي. مان آئين جي حاڪميت کي تسليم ڪندي، سنڌ جي ڪمشنر کي مجاز ٿو ۽ مان هن هائوس جي حاڪميت کي قبول ٿو ڪريان، جنهن مون کي صدر چونڊيو آهي. مان ٻي ڪنهن کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيان. اهو منهنجو فرض آهي تہ مان توهان کي آگاهہ ڪيان ۽ هڪ اهڙو مثال قائم ڪيان، جو مون کان پوءِ جيڪي بہ پريزيڊنٽ اچن، اهي اهڙا مسئلا ۽ معاملا پيش اچڻ جي صورت ۾ صرف ميونسپالٽيءَ ڏانهن جوابدار هجن. هي هڪ آئيني معاملو آهي، جيڪو مان توهان جي اڳيان پيش ڪريان ٿو. هڪ ساڪ واري واپاري ڪمپنيءَ ۽ ميونسپالٽيءَ جي نيڪيدار الزام هنيو آهي تہ مون ميونسپالٽيءَ کي دوکو ڏنو آهي. مان انهي خط کي اهڙي هنڌ رکي پئي سگهيس، جو انهيءَ تي ڪنهن جي نظر بہ نہ پوي ها، پر اهو صحيح ڪم نہ هيو. مان هن وقت پنهنجو دفاع نہ پيو ڪيان. اهو توهان تي آهي تہ توهان انهيءَ الزام بابت ڪاغذن ۽ لاڳاپيل مواد مان معلومات گڏ ڪري، انهيءَ سلسلي ۾ مون کان وڌيڪ سوال بہ ڪري سگهو ٿا ، جن جا جواب مان ڏيڻ لاءِ بلڪل تيار آهيان. مسئلي کي حل ڪرڻ جو اهو بہ هڪ طريقو آهي.'

'معزز دوستو! اهو هڪ آئيني معاملو آهي، جيڪڏهن توهان کي اجان بہ شڪ آهي تہ توهان هڪ ڪاميٽي مقرر ڪيو، جيڪا اها جانچ لهي تہ پريزيڊنٽ دوکو ڪيو آهي يا نہ. گذريل ميٽنگ ۾ اها صلاح ڏني ويئي هئي تہ هي هائوس پريزيڊنٽ ۾ مڪمل اعتماد جو اظهار ڪري ۽ پوءِ هڪ انڪوائري ڪاميٽي مقرر ڪري. مان وڏي

احترام سان ان راءِ ڏيندڙ ميمبر جو قدر ڪريان ٿو، پر ائين ڪرڻ سان منهنجي پوزيشن ڪمزور ٿي وڃي ٿي. اهو ائين ٿو لڳي ڄڻ ٻاهرين دنيا کي ڏيکارڻ لاءِ معاملي کي لئي مٿي ڪيو ويو هجي، جنهن مان بظاهر ايئن نظر ايندو ته مون کي يا ٻي ڌر کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. مان هن هائوس کان هڪ سڌو فيصلو وٺڻ ٿو گهران ته مون ڏوکو ڪيو آهي يا نه؟ ڇيون آئيني نقطو اهو آهي ته جيڪڏهن هن هائوس کي اڃان به شڪ آهي ته هو مونکي چون ته مان ڪورٽ وڃان ۽ پنهنجو ڪيس ڪٽان ته پوءِ هو ڪو فيصلو ڪندا. اهي ٽيئي قانوني نقطا آهن، جن جي ذريعي هائوس انهيءَ سوال کي حل ڪري سگهي ٿو. مان هڪ دفعو ورې به توهان کي ٻڌايان ٿو ته نه مان ڪاوڙيل يا جذباتي آهيان ۽ نه ئي هن مسئلي جي ڪري مون پنهنجي ننڊ ڦٽائي آهي يا ڪو گرهه گهٽ کاڌو آهي.'

جمشيد تقرير ڪان پوءِ هائوس مان ٻاهر نڪري ويو ته جيئن هائوس مسئلي تي آزاديءَ سان فيصلو ڏئي سگهي. ميٽنگ جي ڪارروائي مسٽر حاتم اي.ڪي علوي وائيس پريزيڊنٽ جي حيثيت سان هلائي. مسٽر بگ وٽر اڳتي هلي پنهنجو الزام واپس ورتو ۽ معافي پڻ ورتي. پر ساڳي وقت هن ميونسپالٽي ۾ ٽينڊر بيقائيدگين بابت هڪ انڪوائري ڪميٽي قائم ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. مسٽر بگ وٽر کي معافي فوراً ڏني ويئي. هوڏانهن ڪراچي جي ڪليڪٽر ميونسپالٽي کي هڪ خط لکيو ته، 'هو برما شيل ڪمپني جو نالو ٺيڪيدارن جي لسٽ مان خارج نه ڪن ڇوته ائين ڪرڻ سان ڇٽاپيٽي ختم ٿي ويندي ۽ انهيءَ جو سڌو اثر عوام تي پوندو.' هي سڄو ڊرامو 16 آڪٽوبر 1931ع تي ڪيترن ئي ميٽنگن ڪرڻ کان پوءِ هينئين قرارداد پاس ڪرڻ تي ختم ٿيو، 'برما شيل ڪمپنيءَ طرفان لڳايل الزام واپس وٺڻ ۽ معافي وٺڻ کان پوءِ هن ڪارپوريشن طرفان پنهنجي عزت ۽ وقار جي اڳوات ڪيل دعوا صحيح ثابت ٿي. هي ڪارپوريشن برما شيل ڪمپني طرفان اپنايل طريقي کي مڪمل رد ڪري ٿي ۽ اها

خاطري ڏياري ٿي تہ 19 جنوري، جيڪا ڪاغذ جمع ڪرائڻ جي آخري تاريخ هئي، اُن تاريخ تي برما شيل ڪمپني جا ڪاغذ جمع نہ ٿيا. جنهن جي ڪري ڪمپني کي ٺيڪو نہ ملي سگهيو. پر ياد رهي تہ ڪنهن جي بہ طرفان برماشيل سان ڪوبہ دوکو نہ ڪيو ويو آهي.'

ڪجهہ ڪائونسلرن نئين ميونسپل آفيس سامهون جڳهہ ان لاءِ خالي ڇڏي هئي تہ هو اتي جمشيد جو مجسمو نصب ڪندا. پر جمشيد پنهنجي اندر جي وسعت جو مظاهرو ڪندي چيو تہ اتي مسٽر هرچندراءِ وشنداس جو مجسمو هنيو وڃي. هن انهيءَ ڪم لاءِ عوام کان فنڊ گڏ ڪرڻ لاءِ اپيل پڻ ڪئي. مسٽر وشنداس هڪ محب وطن هيو. هو فيبروري 1928ع ۾ دهليءَ ۾ ان وقت ديهانت ڪري ويو، جڏهن هن امپريل ليجسليٽو ڪائونسل جي يادگار سيشن ۾ وڃي سائمن ڪميشن جي بائيڪاٽ جي حق ۾ ووٽ وڌو هيو. سندس مجسمو نئين ميونسپل بلڊنگ، مهاتما گانڌي روڊ تي نصب ٿيل آهي.



اهو جمشيد ئي هيو، جنهن حڪومت ۽ ڪارپوريشن کي ٽڪراءُ واري صورتحال کان بچايو.10 آگسٽ 1931ع واري گڏجاڻي ۾ ڪارپوريشن اهو فيصلو ڪيو هو تہ خوشي ۽ غمي جي موقعي تي يونين جئڪ سان گڏ ڪانگريس جي جهنڊي کي ميونسپل جي بلڊنگ تي ڦڙڪايو ۽ سرنگون ڪيو ويندو. جنوري 1932ع ۾ ڪليڪٽر، ڪارپوريشن کي لکيو تہ، 'ڪانگريس جو جهنڊو هٽايو وڃي.' انهيءَ حڪم کي تسليم نہ ڪيو ويو. نتيجي ۾ پوليس موڪلي جهنڊو لاٿو ويو، پر عوام ٻيهر جهنڊو چاڙهي ڇڏيو. انهيءَ ڇڪتاڻ جي نتيجي ۾ وڏي خونريزي ٿئي ها، پر جمشيد جي مزاج ۽ ٿڌي طبيعت صورتحال کي ائين ٿيڻ کان بچائي ورتو.

جولائي 1933ع ۾ پارٽي بازي ۽ سازشن کان تنگ ٿي، هن پنهنجي استعفيٰ ڏني. هن جي ساراهيندڙن ۽ دوستن هن کي گهڻو ئي روڪيو، پر هن پنهنجو فيصلو تبديل نہ ڪيو. جمشيد هڪ باخبر ماڻهو هيو. هن جا مسٽر اينٽر سان اختلاف ٿي پيا هئا. جيتوڻيڪ مسٽر اينٽر جي اهليت ۽ ڪردار اعليٰ هيو، پر هن نئين ميونسپل ائڪٽ تحت مليل پنهنجن اختيارن کي استعمال ڪرڻ پئي چاهيو. هن نئين ايڪٽ تحت جمشيد جو عهدو صرف هڪ آئيني سينگار وارو هيو ۽ اهو ڪيئن ممڪن هيو تہ هو اها پوزيشن قبول ڪري. هن پنهنجي ايامڪاريءَ دوران هر آفيسر، پوءِ چونہ اهو چيف آفيسر يا آڊيٽر هجي، انهيءَ کان ڪم ورتو هيو. ان کان سواءِ هن جو ذهن شهر جي ڀلائيءَ خاطر ڪيترا ئي منصوبا شروع ڪرڻ ۾ مصروف هيو. تنهنڪري هو اهڙي ڪمزور پوزيشن تي رهندي، هو اهو سڀ ڪجهہ ڪيئن پئي ڪري سگهيو؟ هو انهن ماڻهن مان نہ هيو، جيڪي طاقت جا طالبو ۽ ڏيکاءَ جا شوقين هوندا آهن، پر اهو ماڻهو هيو، جنهن پنهنجن خيالن کي عمل ۾ آڻڻ چاهيو پئي. ۽ اختيارن کان بغير هو شهر ۽ ڪارپوريشن لاءِ ڪارگر ڪيئن پئي ٿي سگهيو؟ اسين جمشيد جو ميونسپالٽيءَ بابت ڪتاب سماجي ڪارڪن ۽ جذبو رکندڙ شهرين کي پڙهڻ لاءِ تاڪيد ڪنداسين. اهو ڪتاب سادي ۽ صاف ٻوليءَ ۾ ميونسپالٽيءَ جو ڪاروهنوار هلائڻ بابت سمجهائي ٿو.

جمشيد جي ميونسپالٽي ايڊمنسٽريٽر طور ڪاميابي جو راز اهو هيو تہ هن شهر کي پنهنجو شهر سمجهي اڳتي وڌايو. هن ائين ڪڏهن بہ نہ چيو تہ مان هن ڪميونٽيءَ يا هن پارٽي سان واسطو رکان ٿو. ڪاڏيءَ جي ڪپڙن مٿان ڊگهو ڪوٽ پهريندڙ، گانڌي واري ٽوپي ۽ اڇا بوٽ پائي هلندڙ جمشيد ڪڏهن بہ پارسي نہ لڳندو هو. جيتوڻيڪ هو پنهنجن خيالن ۾ بين الاقوامي هيو پر هن جو سڀ کان اُتم خيال پنهنجي شهر کي بهتر بنائڻ هيو. هو اُنهيءَ خيال جو هيڻو

تہ سماجي ڪارڪنن جي هڪ سٽيزن سروس ايسوسيئيشن ناهجي، جيڪا ميونسپالٽيءَ جي ماتحتي ۾ ڪم ڪري. هو ڪراچي ميونسپالٽي ڪتاب ۾ لکي ٿو:

’هن وقت اسين ورهايل آهيون. اسان جا سڀ مددي طور طريقا ۽ وسيلا غير منظم آهن، تنهنڪري اثرائتا بہ نہ آهن. اهو فرض ميوسنپالٽيءَ جو آهي تہ سڀني سماجي ڪارڪنن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري، سندن سماجي خدمتن کي ڪا راهہ ڏئي. سڀني کي هڪ جڳهہ تي ڪم ڪندي ڏسي، ڪيترو نہ لطف ايندو تہ اُهي سڀ شهر جي شعوري ترقي ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪم ڪندا. اهي سڀ ڪم سٽيزنس سروس ايسوسيئيشن جي رهبريءَ ۾ ٿيندا. مان ثقافتي ليگ، غريب مريضن جي سوسائٽي، ڪوڙهہ وارن جي تنظيم، سوشل سروس ليگ، پئسنجرس ايسوسيئيشن، اسڪائوٽ تحريڪ، صحت ايسوسيئيشن، پوئتي پيل طبقن جي تنظيم، زالن جي تنظيم، بارن جي ڀلائي جي ڪم ۽ وائرليس ٽرانسميشن جيڪا تعليم ۽ وندر جا پروگرام نشر ڪندي، انهن سڀني کي مان هڪ هنڌ ڪرڻ چاهيان ٿو. اهو ناممڪن نہ آهي. اهي سڀ پنهنجو پنهنجو ڪم ڪندا. تهذيب يافتہ مُلڪن ۾ اهڙن ڪمن جي شروعات ٿي چڪي آهي، جتي ڪميونٽي مرڪز، ميونسپالٽيءَ جي ڪم جو حصو آهن. هونءَ بہ ميونسپالٽي ڇا آهي؟ ڇا اها عوام جي ايسوسيئيشن عوام لاءِ نہ آهي؟‘

6 ڊسمبر 1939ع تي جمشيد جي 19 سالن جي خدمت جي مڃتا طور، جيڪا هن 6 سال ڪائونسلر ۽ 13 سال صدر ميئر جي حيثيت سان ڪئي، ڪارپوريشن ميمبرن پاران سندس مان ۾ جيڪي تقريرون ڪيون ويون، انهن مان ڪجهہ ٽڪرا هتي ڏجن ٿا:

’صدر جي حيثيت سان بي لوث خدمتن ڪرڻ ٿو. حڪومت وٽ بہ ساک ناهي اٿئي ۽ جيئن جيئن سال گذرندا پيا وڃن، تنهنجو، نالو جديد ڪراچيءَ جي اڏيندڙن ۾ ليکبو پيو وڃي.

تنهنجي بي لوث خدمتن، روحانيت ۽ عمل سان ميل ڪائيندڙ تصوريت ايندڙ نسل بہ ياد رکندا.'

'اينتري ڪاميابي ماڻڻ کان پوءِ بہ تو ڪڏهن پوئتي بيهي سوچيو نہ آهي، پر تنهنجي نظر هميشہ اڳتي آهي تہ تون پنهنجي شهرين جي حقيقي خدمت ڪري سگهيو آهين. انهن ۾ بہ غريب سر فهرست آهن. هن شهر ۽ شهرين جي خدمت ڪندي، تنهنجو مٿو اڇو ٿي ويو آهي. توﻻءِ ڪم عبادت آهي ۽ ميونسپالٽيءَ جي جڳهہ مندر. اڄ جمشيد هرگهر ۾ هر ياتيءَ جي زبان تي آهي ۽ اهو خدمت، قرباني، باڪردار ۽ بي داغ هجڻ جو اهڃاڻ آهي.'

جڏهن آل انڊيا صنعتي نمائش 1939ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿي رهي هئي تہ هڪ مُکيہ دروازي تي جمشيد جو فوٽو هنيو ويو ۽ انهي جي هيٺان 'جديد ڪراچيءَ جو اڏيندڙ' لکيل هيو. ڪارپوريشن جمشيد جي مسجمي لاءِ 7500 روپيہ منظور ڪيا هيا ۽ هر سال اهي ذار مَدَ ۾ رکيا ويندا آهن. پر اهو وڌيڪ مناسب ٿيندو تہ هڪ مُڪمل جنرل اسپتال، جديد سهولتن سان کولي انهيءَ تي جمشيد جو نالو رکيو وڃي. انهيءَ صلاح تي جي عمل ڪيو ويو تہ جڻ تہ هن شهر ۽ سنڌ هن شخص جو قرض لاٿو. اها ڳالهہ مقامي اخبارن ۾ بحث هيٺ بہ آئي هئي پر ڪابہ هڙ حاصل نہ ٿي.

جمشيد ڪراچيءَ ۾ قائم ڪيترن ئي ادارن سان شامل رهيو. اهو ممڪن ڪونهي تہ اسين انهن سڀني جو ذڪر هن باب ۾ ڪيون پر جيئن اسين سندس زندگي جي ڪهاڻي کي اڳتي وڌائيندا سين، هن جي خيالن ۽ تصورن جو ذڪر پڻ ايندو.



'آرام نہ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ زندگي گذري رهي آهي. وقت کي پرکيو ۽ درست قدم کڻو ... پنهنجي جسم کي خدائي حڪم سمجهڻ لاءِ تيار رکو ... دماغ، زبان، اک، ڪن ۽ هٿ مطلب تہ سموري جسم تي ضابطو ئي اندر کي سڪون ڏئي ٿو. اهائي حقيقي فتح آهي.'

جمشيد مهتا

اڪثر ائين گهٽ ٿيندو آهي ته خدا کي چاهيندڙ ماڻهو ڪاروبار ۾ به داخل ٿئي، پر جمشيد کي ته فيصلي جو وقت به نه مليو. هو ته پنهنجي والدين جو فرمانبردار ٻار هيو. سو جيئن ئي ڪاليج مان ڪمرشل تعليم پوري ڪيائين ته پنهنجي پيءُ جي مرضيءَ تي نسروانجي اينڊ ڪمپنيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. نسروانجي خاندان کي ايلفنسٽن اسٽريٽ ۾ عام واهپي جي شين جو وڏو دُڪان، مڇي مياڻيءَ ۾ شراب جو ڪاروبار، ٽائل فئڪٽري، اتي جي چڪي ۽ ٻيو اهڙو ڪاروبار هوندو هيو. جمشيد پابنديءَ سان صبح جو ۽ ڪڏهن ڪڏهن شام جو مڇي مياڻيءَ ۾ واقع نسروانجي بلڊنگ ۾ پنهنجي آفيس ۾ ويهندو هيو، جتي هن جو گهڻو وقت ملاقاتي وٺندا هئا. اهي سڀ صلاح مشوري ۽ پنهنجي ذاتي ڪم سانگي ايندا هئا. انهن مان اڪثر ته سندس آفيس جي پرسان هڪ وڏي هال ۾ ويٺا هوندا هئا. انهن مان اڪثر پئسا يا نوڪرين لاءِ سفارشي خط وٺڻ ايندا هئا. جيئن ئي ڪو سوالي بلڊنگ جي ورانڊي ۾ داخل ٿيندو هو ته جمشيد هن جو مسڪرائيندي آڌرياءُ ڪندو هو. جمشيد هميشه اڇي کاڌيءَ جا ڪپڙا پهريندو هو. هو هميشه پاڻ کي خدائي خدمتگار سمجهي ڪم ڪندو هو. پوءِ اهو ڌنڌو هجي يا سياست، ٻنهي هنڌن تي هن لاءِ انسانيت ۽ پاڪيزگي اهم هئي. اڄ ڪلهه ته 'بزنيس مئن' انهيءَ کي ٿو چئجي، جيڪو سستي اگهه تي شيون وٺي ۽ مهانگي اگهه تي وڪڻي. ڇا جمشيد به اهڙو ئي هيو؟ جمشيد جيڪڏهن ڪو منافعو ڪمايو به پئي ته اهو غريبن جي مدد لاءِ هيو. هو سندن مدد اهڙي نموني ڪندو هيو، جو ڪنهن کي خبر به نه پوندي هئي ۽ نه ئي هو موٽ ۾ ڪنهن فائدي جي اميد رکندو هيو. هن وٽ ماڻهن جو وڏو انگ مدد لاءِ اُيندو رهيو ۽ هو هر ان شخص کي خالي نه موٽائيندو هيو، جنهن کي ڪا تڪليف

هوندي هئي. پوءِ اُها تڪليف هٿ نوڪي هجي يا حقيقت! اپنشد ۾ هڪ چوٽي آهي تہ 'ڪمايو سوَ هٿن سان پر ڏيو هزار هٿن سان.' جمشيد انهيءَ تي ڪيترو عمل ڪيو، سو تہ اُهي ئي ڄاڻن ٿا، جيڪي ڪيس ويجهو رهيا. جمشيد بايرس اينڊ شپرس چئمبرس جو ڪيترن ئي سالن تائين چيئرمين رهيو ۽ انهيءَ عرصي ۾ هن شهر ۽ سنڌ ۾ ڪامرس ۽ صنعت جي واڌاري لاءِ وڏو ڪم ڪيو. هو 1934ع ۾ چئمبرس ۾ شامل ٿيو. تنهن وقت اهو واپارين جو هڪ غير اهم ۽ ننڍڙو ادارو هوندو هيو. جون 1925ع ۾ سيٺ لال جي لڪمي داس 10,000 روپين جو چندو ڏنو تہ چئمبرس جي بلڊنگ جو ڪم بيلاسيس گهٽيءَ ۾ شروع ٿيو، جنهن تي 30,000 روپيہ لاڳت آئي. جمشيد پنهنجي پورٽ ٽرسٽ في پڻ بلڊنگ فنڊ ۾ ڏني.

چئمبرس پنهنجي سلور جوبلي 1941ع ۾ جمشيد جي صدارت ۾ ملهائي. انهيءَ ڳالهہ کان بہ انڪار ڪونهي تہ هن ڪي مسٽر هوشنگ. اين.اي.ڊنشا، فقير جي ڪو واسجي، پروفيسر بچ ۽ سيٺ هري داس لال جيءَ جهڙا ساٿي مليا پر سيٺ هري داس لال جيءَ جون چئمبرس جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان ڪيل ڪم خاص طرح ياد رهندا.

1925ع ۾ سرچارلس انس، جڏهن ڪامرس ۽ ريلوي ميمبر جي حيثيت سان ڪراچيءَ جو دورو ڪيو هئو تہ چئمبرس طرفان هن جي مان ۾ آجياڻو ڏنو ويو. جمشيد پنهنجي تقرير ۾ هيٺيون ڳالهيون رکيون:

1. ڪراچي مرڪنٽائل ايسوسيئيشن کي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل، ليجسليٽو اسيمبلي ۽ اسٽيٽ ڪائونسل ۾ نمائندگي ڏيڻ.
2. سنڌ ۾ خاص ڪري حيدرآباد ۽ سکر جي وچ ۾ ريلوي جون فيڊر لائنون وڇائڻ جي اهميت.
3. ريلوي جي مختلف اسٽيشنن جهڙوڪ ڪراچي ۽ ڪوٽڙيءَ

تي مسافر خانہ نهرائڻ جي ضرورت.

4. ريلوي بورڊ ۽ روينيو بورڊ تي انڊين جي نمائندگي.

5. انڊين مئرين مرڪنٽائل کي هٿي وٺرائڻ.

6. انڊين ريلوي ۾ ٿرڊ ڪلاس مسافرن کي وڌيڪ سهولتون ڏيڻ.

7. اعليٰ نوڪرين ۾ انڊين کي ڪٽڻ.

8. قابليت جي بنياد تي نوڪرين ۾ سيني سان هڪ جهڙو ورتاءُ ڪرڻ.

9. ڪراچي ۽ بمبئي جي وچ ۾، ڪڇ جي ذريعي سڌي ٽرين هلائڻ.

10. ناڻي کي سگهہ ۽ استحڪام ڏيڻ.

جڏهن 1926ع ۾ ڪجهہ شاهدين ۽ حقيقتون گڏ ڪرڻ لاءِ انڊين ٽئڪسيشن ڪميٽيءَ ڪراچيءَ جو دورو ڪيو تہ چئمبرس جي نمائندگي پروفيسر بج ڪئي. مسٽر بج ان وقت مروج ٽئڪس سسٽم جي خلاف هڪ ڀرپور ڪيس تيار ڪيو، ۽ ثابت ڪيو تہ اهو هڪ ناڪاره سسٽم آهي. ان ڪانسواءِ هن اهو بہ ثابت ڪيو تہ فوج، هائوس چارجز ۽ ٻيا ڳرا ٽئڪس سفيد هاٿي آهن. حڪومت پنهنجا خرچ پنهنجي آمدني مطابق نٿي ڪري، جنهن جي ڪري ملڪ ڏينهون ڏينهن معاشي دباءَ هيٺ ايندو پيو وڃي. چئمبرس اها ڳالهہ ثابت ڪئي تہ 'نندي ڪنڊ ۾ ٽئڪس جي پويان ڪابہ سائنس ڪانهي.' چئمبرس اها صلاح ڏني تہ ٽئڪس سسٽم اهڙو هجڻ گهرجي جو ٽئڪس ڏيندڙ ماڻهوءَ جي معاشي سگهہ تي اثر نہ پوي ۽ غريب بہ انهيءَ کي اجايو بار محسوس نہ ڪن. جڏهن ڪرنسي ڪميشن، 1926ع ۾ ريشسو بل بحث هيٺ آڻي رهي هئي ۽ '16 ڊيءَ' جي وڪالت ڪري رهي هئي تہ اُنهي وقت چئمبرس، ڪرنسي ڪميشن وٽ پنهنجو احتجاج درج ڪرايو ۽ '18 ڊيءَ' جي وڪالت ڪئي.

ڊسمبر 1926ع ۾ جڏهن ڪوواسجي جهانگير، بمبئي

سرڪار جي جنرل مئنيجر جي حيثيت سان ڪراچيءَ جو دورو ڪيو تہ چئمبرس هن کي دعوت ڏني ۽ انهيءَ گڏجاڻي ۾ جمشيد هن جو ڌيان ڪيترن ئي اهم ڳالهين ڏانهن ڇڪايو، جنهن ۾ هن حڪومت تي زور ڀريو تہ اها سکر بئراج زون ۾ زمينون وڪڻڻ واري پاليسي جلد ظاهر ڪري. هو هارين جي ڳالهہ ڪندڙ هو، ان ڪري هن چاهيو پئي تہ سنڌ جي زرعي معيشت ۾ هاري صرف خدمتگار نہ پر اهم حيثيت جو مالڪ هجي. مقامي ماڻهن کي اعليٰ نوڪريون هڪ ٻيو نڪتو هو، جنهن تي هن ڀرپور نموني ڳالهايو. هن ٻڌايو تہ ڪراچي پورٽ ٽرسٽ ۾ صرف ٻہ انڊين آهن، جن جون پگهارون 500 کان 1000 روپين جي وچ ۾ آهن. جڏهن تہ 16 عملدارن مان صرف هڪ آهي، جنهن جي پگهار 1000 روپيا آهي. هن وڌيڪ چيو تہ اها ڌرتي ڄاوَن سان ڪيڏي نہ ناانصافي آهي!

24 آڪٽوبر تي رائل ڪميشن جڏهن زراعت تي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ آئي تہ چيمبرس انهيءَ جي مان ۾ هڪ آجياڻو ڏنو. آجياڻي ۾ جمشيد تقرير ڪندي چيو تہ زراعت جي شعبي ۾ اڃا وڌيڪ تحقيق ڪئي وڃي. هن سنڌ ۾ مفت پرائمري تعليم لاءِ زور ڏنو ۽ واضح ڪيائين تہ اها ئي اڳتي هلي زراعت لاءِ ترتيب جو بنياد فراهم ڪندي. هن وڌيڪ ائين بہ چيو تہ ماڻهو اينترو ضرور ڄاڻن جو اهي سائنسي تحقيق جي نتيجن کي سمجهي ۽ عمل ڪري سگهن. هن انهيءَ تقرير ۾ هارين جي حالت تي بہ ڳالهايو، جنهن ۾ هن سنڌن قرض ۾ ڪارو هجڻ، ذڪر واري حالت ۽ سماجي براين ۾ ڦاسڻ جو ذڪر پڻ ڪيو. هن سرڪار تي زور ڏنو تہ سنڌ ۾ سڄي انڊيا ۾ مصر ۽ جرمنيءَ وانگ ڪريڊٽ سوسائٽيون ۽ بئنڪون جوڙيون وڃن. جمشيد سنڌ ۾ ڪوآپريٽو تحريڪ کي هٿي وٺرائڻ ۽ مقبول ڪرڻ ۾ مُکيہ ڪردار ادا ڪيو. هن سرڪار کي سنڌ ۾ گهريلو صنعت ۽ دستڪاريءَ کي اڳتي آڻڻ جو بہ چيو. هن ڪراچي جو واسطو زراعت سان ڳنڍيندي، هن طرح ڳالهہ ڪئي تہ ڪراچيءَ هڪ

پورٽ آهي، ۽ اتانهن ئي شيون پرڏيهہ موڪليون وڃن ٿيون، جن ۾ ڪپهہ سڀ کان اهم آهي. هن چيو تہ نوجوانن کي همٿايو وڃي تہ هو تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ بہ زراعت سان واسطو رکن ۽ اهڙي روزگار جي اسڪيم شروع ڪئي وڃي، جو هو زراعت ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري سگهن. هن ائين پڻ چيو تہ زرعي ڪوآپريٽو سوسائٽين کي خاص شرطن تي بهترين زمين ڏني وڃي.

30 ڊسمبر 1927ع ۾ مدراس ۾ ٿيل انڊين پورٽ ٽرسٽيز ڪانفرنس ۾ هن کي انهيءَ تنظيم جو صدر چونڊيو ويو. 1927ع ۾ وائسراءِ هند جناب لارڊ آرون ڪراچيءَ جو دورو ڪيو تہ ڪراچي انڊين مرچنٽ ايسوسيئيشن ۽ بايرس ۽ شپرس چيمبرس پاران سندس مان ۾ آجياڻو ڏنو ويو هو. انهيءَ وقت ڪراچيءَ جي حيثيت هوائي اڏي ۽ سامونڊي بندر طور وڌي رهي هئي، ڇاڪاڻ تہ ان جي حيثيت انڊيا ۾ مغرب لاءِ گذرگاه واري بندر طور تسليم ٿي چڪي هئي. 1900-1901 ۾ ڪراچي بندر جي سالياني آمدني 15 ڪروڙ هئي پر 25-1924ع ۾ انهيءَ 109 ڪروڙ ڪمايا، جيڪو هڪ رڪارڊ هيو. انهيءَ گڏجاڻي ۾ هڪ دفعو وري بہ جمشيد ڪراچيءَ ۽ بمبئي جي وچ ۾ سڌي ريلوي لائين جي اهميت ۽ سنڌ ۾ فيڊر لائينن جي ضرورت کان سواءِ، ڪراچي ڪامرس جي ليجسليٽو اسيمبلي ۾ شامل هجڻ بابت پڻ ڳالهايو. هن جون سڌي ريلوي لائين بابت ڳالهيون ڪن لاٽار جو شڪار ٿي ويون، جيئنتوڻيڪ ائين ڪرڻ سان 48 ڪلاڪن وارو سفر 24 ڪلاڪن ۾ ٿئي ها، پر مستقل مفادن جي بنيادن تي انهيءَ جي مخالفت ڪئي ويئي.

سر جارج ايس. مالياتي ميمبر گورنر جنرل آف انڊيا جي حيثيت سان جڏهن اپريل 1929ع ۾ ڪراچي آيو تہ هن 25 اپريل تي چئمبرس سان ملاقات بہ ڪئي. انهيءَ موقعي تي جمشيد هڪ مک ڳالهائيندڙ جي حيثيت سان تقرير ڪئي ۽ هن مرڪز، صوبائي حڪومتن ۽ لوڪل باڊيز وچ ۾ مالياتي تعلقات بابت ڳالهايو. هن

انڊيا ۾ روڊ سسٽم کان سواءِ نون نهندڙ هوائي اڏن جي حوالي سان مقامي نيڪيدار ڪمپنين کي نظر انداز ڪرڻ بابت پڻ ڳالهايو. انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ هن انڊيا جي مقامي صنعتن جهڙوڪ لوڻ ۽ اهڙين ٻين صنعتن بابت پڻ ڪيس پيش ڪيو.

جمشيد جو واسطو ننڍي ڪنڊ سطح تي سماج جي سڀني شعبن جهڙوڪ، تعليم، سياست، صنعت، ڪامرس ۽ مذهب وغيره جي مڃيل شخصيتن ۽ اڳواڻن سان هيو. 1929ع ۾ پنڊت مدن موهن مالويا ۽ جمنا لال ڪراچيءَ آيا ته انهن جي دعوت پڻ چئمبرس ڪئي.

جمشيد ڪو وڏو مقرر نه هيو پرانگن اڪرن بابت هن جو ذهن اعتبار ۾ نه ايندڙ حد تائين ڪم ڪندو هيو. 24 سيپٽمبر 1932ع ۾ چئمبرس جي چيئرمين جي حيثيت سان هن تقرير ڪندي، واپاري انجمنن طرفان ڪانڻ پيئڻ جون شيون ذخيره اندوز ڪري اڳهه وڌائڻ جو ذڪر ڪيو ۽ ريلوي اختيارين جي شاهه خرچين تي تنقيد ڪئي. جڏهن ته ٻئي طرف هن حڪومت طرفان هندستان ۾ ڪنڊ جي صنعت کي وڌائڻ واري قدم جي ساراهه ڪئي. هن ٻڌايو ته ائين ڪرڻ سان حڪومت 18 ڪروڙ روپيا خرچ بچائيندي، جيڪي جاوا کان ڪنڊ گهرائڻ تي خرچ ڪيا ٿا وڃن. هن چيو ته، ’انڊيا ۾ بهار ۽ اُتربسا ڪنڊ پيدا ڪندڙ علائقا آهن، پر انهن علائقن جا هاري ۽ مزدور سدائين بک ۽ بيروزگاريءَ جو شڪار رهيا آهن. هاڻي اها اميد ڪري سگهجي ٿي ته انهن کي هڪ مستقل روزگار جو موقعو ملندو. ائين ڪرڻ سان فائدا آخر انهن تائين به پهچندا، جيڪي اسان سڀني کان وڌيڪ مستحق آهن. ۽ هونءَ به هر ڪنهن کي هن ملڪ ۾ بهتر زندگيءَ گذارڻ جو حق آهي. اسين انهي عمل تي وري به حڪومت جا دل جي گهرائين سان ٿورائتا آهيون.‘ پنهنجي تقرير ۾ هن ناٽي واڌ بابت پڻ ڳالهايو، جنهن ۾ هن آمريڪا جي صدر جو ذڪر ڪندي چيو ته، ’جيڪڏهن هٽرادو طريقي سان شين جون قيمتون وڌائي،

ناٿي کي سگهارو ڪرڻو آهي ته انهيءَ تجربي ماضي ۾ اُميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو آهي.' اهڙي اڳواٽ خبردار ڪندڙ نوٽ سان هن پنهنجي تقرير ختم ڪئي. ان ڪانسواءِ هن اهو به چيو ته، 'جيڪڏهن برطانيه جو واپار سندي ڪنڌ ۾ ڪامياب نه ٿيو آهي ته انهيءَ جو سبب مقامي نفرت نه پر سرڪار جون اقتصادي ۽ سماجي پاليسيون آهن.' هن انهيءَ انديشي جو به اظهار ڪيو ته سندس هن خيال کي غلط نموني به پيش ڪيو ويندو پر ائين ڪرڻ سان مسئلا حل ٿيڻ بجاءِ وڌندا. هن چيو ته، 'اسان کي هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ ۽ پرچاءُ ڪرڻ گهرجي.' جمشيد جا هي خيال ان وقت هيا، جڏهن ملڪ ۾ نفرت ۽ وٺ پڪڙ جي سياست گرم هئي. هن وڌيڪ چيو ته 'هي سلطنت طاقت جي ذريعي نه پر دوستي ۽ عوام کي سمجهڻ ذريعي ئي مڇتا ماٿي سگهي ٿي هن اها ڳالهه به ڪليل لفظن ۾ ڪئي ته، 'نه اوٽاوا ۾ ناهيل ڪٽمنڙو ۽ نه ئي هتان جو نهيل آچار برطانيا سلطنت لاءِ خوشحالي آڻي سگهن ٿا. اهو ته صرف دوستي ۽ تعاون جي ذريعي ممڪن آهي. جڏهن ته اهي ٻئي وري ايستائين حاصل ڪري نٿا سگهجن جيستائين مقامي ماڻهن جي حڪومت قائم ڪرڻ واري سياسي گُهر ۽ ٻيا اقتصادي مطالبا پورا نٿا ٿين. انهيءَ ۾ چند مهينن جي دير به تمام گهڻي دير هوندي.'

جمشيد ڪنهن سان به دشمني نه پئي رکي سگهيو. هو ته پيار، محبت ۽ همدرديءَ جو فرشتو هيو. هن جون سوچون رنگ، نسل، ذات ۽ فرقي کان مٿانهون هيون. اهو سڀ ڪجهه سندس قول ۽ فعل مان ظاهر هيو، پر اهڙي مشڪل وقت هو خاموش ويهي نه پئي سگهيو. هن چيو ته، 'هن جي اڳيان هن وقت اهم مسئلو ٽئڪس جي ڳري بار کان ملڪ کي آزاد ڪرائڻ آهي. پوءِ چونه اهو مرڪزي، صوبائي يا لوڪل باڊيز سطح تي هجي موجوده طريقي تحت ماڻهو سال ۾ ٽي مهينا صرف حڪومت لاءِ ڪمائي ٿو. صورتحال ان حد تائين پهچي چڪي آهي ته جيڪڏهن حڪومت کو تڪڙو قدم نٿي

ڪٽي تہ شايد تمام گهڻي دير ٿي وڃي.‘ هن اهو بہ ٻڌايو تہ، ’ڪيئن حڪومت هڪ طرف غريبن جو معاوضو ۽ موقعا مروج اقتصاديات مان گهٽائي رهي آهي ۽ ٻئي طرف سون ’ٻاهر موڪلي رهي آهي، جنهن سان صورتحال اڃان بہ وڌيڪ خراب ٿيندي.‘ سن 1933ع ۾ چئمبرس جي چيئرمين جي حيثيت سان تقرير ڪندي هن چيو، ’مسئلو صرف هڪ طريقي ۽ اصول تحت حل ٿي سگهي ٿو ۽ اهو آهي، ’زنده رهو ۽ زنده رهڻ ڏيو.‘ هن چيو تہ، ’صنعت، زراعت ۽ واپار ڪنهن بہ قوم جي مادي ترقي لاءِ بنيادي جزا آهن، ان ڪري سڀني قومن کي هڪٻئي سان زندگيءَ جي انهن بنيادي شعبن ۾ تعاون ۽ سهڪار ڪرڻ لاءِ معاهدا ڪرڻ گهرجن. اوٽاوا، جنيوا، انگلنڊ، فرانس ۽ آمريڪا ۾ ٿيندڙ ڪانفرنسون ۽ هتي اسان جي ملڪ ۾ ايسوسيئيشن طرفان ورتل سڀ ڪوششون ناڪام ويون آهن، ڇاڪاڻ تہ هر ملڪ ۽ انجمن جي ڪوشش آهي تہ هر معاهدي ۽ ناهہ مان ڪين وڌيڪ فائدو ملي. پرڏيهي شين کي ملڪ ۾ اچڻ کان روڪڻ لاءِ توهان ڪسٽم ۽ ٽئڪس جون ڪيتريون ديوارون ڪڙيون ڪندؤ؟ توهان جپان، جرمني ۽ اٽليءَ کي ڪيترو روڪيندؤ تہ هو هتي واپار نہ ڪن؟ ائين نہ ٿيندو. رستو صرف هڪ ئي آهي، تہ اسان پنهنجي قومي تربيت اهڙي نموني ڪريون جو اسان پنهنجي هر شيءِ بهتر نموني استعمال ڪري سگهون، پوءِ ڇونہ ان لاءِ قرباني ڏيڻي پوي. هن وقت هڪ ئي مکيہ مسئلو آهي ۽ اهو آهي اقتصادي طرح پنهنجو وجود برقرار رکڻ.‘ هن وڌيڪ چيو، ’جڏهن تہ انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ئي رستو آهي، ’دوستي جو هٿ وڌائجي ۽ ڪجهہ ڏجي ۽ ڪجهہ ونجي واري اصول تي عمل ڪجي.‘ ان ڪانسواءِ، ’سوا ديشي راهہ‘ تي عمل ڪندي، اقتصادي معاهدا ۽ اقرار ڪجن. تنهن کان پوءِ ئي اسان جي زراعت، صنعت ۽ واپار وڌندو.‘ جمشيد جي انهن لفظن ۾ ڪيڏي نہ ڏاهپ آهي. ’جيڪڏهن دنيا هن وقت وحشت جي عالم ۾ آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ چند فردن

۽ قومن جي انفرادي مفادن جي ڪري آهي. جنگ اسان جي متان مڙهي وئي آهي. پر اها اسان جي ضرورت نہ آهي، جيئن جرمن چئي رهيا آهن. اها تہ قبضا گيري واري سوچ جو نتيجو آهي. فردن ۽ قومن جي وچ ۾ دوستي تڏهن ئي ٿي سگهي ٿي، جڏهن هو انهيءَ روحاني مقولي تي عمل ڪن تہ 'پنهنجي پاڙيسريءَ کي ائين پيار ڪيو، جئين توهان پنهنجو پاڻ کي ڪيو ٿا.' جيڪڏهن ڪي فرد ۽ قومون پنهنجن مفادن جي پورائي لاءِ اڳتي وڌي رهيا آهن تہ ساڳي وقت اهي پنهنجو پاڻ لاءِ خطرا بہ پيدا ڪري رهيا آهن. 'امن ۽ خوشحالي سڀني لاءِ' ئي هن دنيا جي تحفظ ۽ خوشيءَ جا ٿنڀا آهن.'

30 جون 1936ع تي جمشيد چئمبرس جي چئيرمين جي حيثيت سان هڪ ڊگهي تقرير ڪئي، جنهن ۾ هن شهر ۽ سنڌ جي ترقيءَ جي حوالي سان سڀني موضوعن جهڙوڪ، سنڌ جي عليحدگي، روڊن جي تعمير ۽ ترقي، سکر بئراج، لوئر سنڌ ۾ واٽر سپلاءِ جي اسڪيم، ڪراچيءَ جي پاڻيءَ جي مسئلي سان گڏوگڏ هن ريلوي جي ڀاڙي واري پاليسي، انڊين جهاز راني، مٽا سٽا واري پاليسي، ريلوي جانچ ڪميٽي ۽ زراعت تي ڳالهايو. تنهن کان سواءِ هن انڊو - جاپان ۽ اوٽاوا ٽريڊ معاهدن تي پڻ ڳالهايو. هن انهيءَ ڳالهہ تي بہ زور ڏنو تہ صرف مان مرتبي ۽ ڏيکاءَ کان هٽي ڪري حڪومت زميندارن سان گڏجاڻيون ۽ ڪانفرنسون ڪري، ڇوتہ سکر بئراج جي ڪاميابي سنڌ جي خوشحالي جي ضمانت آهي. جمشيد ائين نہ پئي چاهيو تہ سکر بئراج بابت صرف هڪ ذر جا خيال سامهون اچن.

9 آڪٽوبر 1936ع تي جمشيد چئمبرس جي هڪ گڏجاڻي ۾ مختصر تقرير ڪئي. سندس تقرير ڪانپوءِ ائين لڳو تہ شايد ڪامرس ۽ واپار ۾ هي پنهنجو ڪردار ادا ڪري چڪو هيو ۽ پنهنجون توانائيون ڪنهن وڌي ڪم لاءِ گڏ ڪري رهيو هيو.




’هر ناڪاميءَ ڪي رهبريءَ جو درجو ڏيو. ناڪاميءَ مان اُٿو ۽ صاف زندگي اختيار ڪيو... ڳڻتي نہ ڪيو. ڀلي توهان جي سڄي حياتي ڪنڊر جيئن تباهہ ٿيل نظر ڇونہ اچي، تڏهن بہ نئين سر تعمير لاءِ دير ناهي ٿي... ماضيءَ جي غلطين کي وساري، نئين سر وڃن جي اُجري روشنيءَ ۾ بيهي رهو.‘

جمشيد مهتا

ان وقت سياست نندي ڪنڌ جي زندگيءَ ۽ موت جو مسئلو هئي. اها هر سچي سپوت لاءِ هڪ اُتساهه هئي، جنهن ذريعي هن ملڪ کي آزاد ڪرائڻ پئي چاهيو. اها هڪ شاعر جو خواب ۽ فلاسافر جي اُميد هئي. سماجي ڪارڪن سياستدان ٿي پيا، جو هنن چاٿي ورتو هو ته سماجي ۽ اقتصادي زخم تڏهن ئي پرجي سگهن ٿا، جڏهن ملڪ سياسي آزادي ماڻيندو ۽ سياسي آزادي ئي اقتصادي ۽ سماجي آزاديءَ لاءِ راهه هموار ڪندي. دادا ڀائي نوروجي جهڙي سڀاجهي شخص به سياست ۾ پير پاتو. هن اهو ان ڪري نه ڪيو ته سياست سندس طبيعت کي ڀانءِ پوندي هئي، پر انديا جي استحصال ۽ ٽئڪس سسٽم تحت ڦرلٽ جهڙن طريقن هن جي دل کي ڳورو ڪري وڌو ۽ اُنڪري ئي هن انديا جي آجپي لاءِ سياست ڪرڻ شروع ڪئي. بال گنگا ڌر تلڪ سياستدان کان وڌيڪ اسڪالر هيو، پر پوءِ به هن سياست جهڙي رُکي شيءِ کي ترجيح ڏني. هو چوندو هيو ته سياست مهاتما گانڌيءَ کي ئي سونهي ٿي، جنهن کي صرف خدا جي پيار ۽ سچ جي تلاش آهي. هاڻي سوال آهي ته اهڙن درويشن ۽ سچ جي پوئلڳن سياست ڇو ڪئي؟ شايد انهن ڄاتو پئي ته قومي آزاديءَ کان سواءِ روحاني آزادي به ناممڪن آهي.

جڏهن ڊاڪٽر اينـي بيسنت انديا جي سياست ۾ حصي وٺڻ جو فيصلو ڪيو ته اهو نندي ڪنڌ جي ٿياسافسٽن لاءِ ظاهر ظهور نياپو هو ته هو سندس جهنڊي هيٺ گڏ ٿين. هوءَ سول نافرمانيءَ واري تحريڪ جي حق ۾ نه هئي. هن جو خيال هيو ته، ’جدوجهد آئيني طريقي سان ڪرڻ گهرجي. قانون ٽوڙڻ نه گهرجن، پوءِ اهي ڪيڏا به غير انساني ڇو نه هجن.‘ انهي وقت ڪيترن ئي نظرين جو ٽڪراءُ هيو. گانڌي جي پنهنجي ملڪ جي آزاديءَ جي راهه عدم تشدد ۾ ڏٺي ۽ ستيا گرهه شروع ڪري ڏني. هوڏانهن مسز اينـي بيسنت انهيءَ

تحريڪ جي ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي مخالفت ڪرڻ لڳي ۽ هوم رول موومينٽ شروع ڪيائين. اُن وقت جمشيد سياست ۾ وارد ٿيو ۽ موومينٽ ۾ زور شور سان حصو وٺڻ لڳو. هن کي هوم رول ليگ ڪراچيءَ جو صدر مقرر ڪيو ويو.

1926ع ۾ اينِي بيسنت، 'انڊيا ڪامن ويلٿ بل' پارليامينٽ جي ذريعي اڳيان آندو، اهو چئِ تہ جمشيد لاءِ اشارو هيو تہ هو انهيءَ ڪم لاءِ پنهنجو پاڻ کي تيار ڪري ۽ سنڌ ۾ انهيءَ جي حمايت لاءِ ماحول سازگار بنائي ۽ عوام جون همدرديون حاصل ڪري. جمشيد عوام کي هن ريت اپيل ڪئي:

'توهان باخبر هوندا تہ انڊيا ڪامن ويلٿ بل، پارليامينٽ وٽ پيش ٿي چڪو آهي ۽ پيو پيرو جائزي لاءِ جلدي پيس ڪيو ويندو. ساٿين جو اهو خيال آهي تہ انهيءَ جي حمايت لاءِ اسين ڪانفرسون ۽ جلسا ڪيون ۽ پنهنجا خيال 'انڊين هوم رول' لاءِ پيش ڪيون. اُن ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو آهي تہ فيبروري يا مارچ ۾ انهن سڀني ساٿين ۽ دوستن کي گڏ ڪيو ويندو، جيڪي انڊين ڪامن ويلٿ بل سان اصولي طور سهمت ٿين ٿا. هن گڏجاڻي جي صدارت ڪرڻ لاءِ اسين مسز اينِي بيسنت کي گذارش ڪندا سين. هن گڏجاڻيءَ جو مقصد انڊين ڪامن ويلٿ بل جي اصولي حمايت ڪرڻ آهي. اسين سمجهون ٿا تہ توهان پنهنجي ملڪ تي پاڻ حڪمراني ماڻڻ ۾ دلچسپي رکو ٿا. اسين اُنڪري توهان جي شموليت ۽ همدرديءَ جي خاطري چاهيون ٿا.'

اها ڪانفرنس 14 فيبروري 1926ع تي ڪراچيءَ ۾ مسز اينِي بيسنت جي صدارت ۾ ٿي. پليڪار ڪاميٽيءَ جو چيئرمين هرچندراءِ وشنداس هيو. ڪانفرنس ۾ مسز اينِي بسنت هڪ زوردار جذباتي تقرير ڪندي، عوام تي زور ڀريو تہ هو موومينٽ ۾ شامل ٿين. هن چيو تہ اهو بل ڪيترن ئي سڄاڻ دماغن جي محنت جو نتيجو آهي، جنهن ۾ هر پهلوءَ جو خيال ڪيو ويو آهي. انهيءَ بل کان

پوءِ انديا جي ڦرلٽ نہ ٿيندي ۽ حڪمرانيءَ ۾ اها برطانيا سان ڀاڱي ڀائيوار هوندي.

بمبئي ليجسليٽو چونڊون 1926ع ۾ ٿيون ۽ جمشيد بہ انهن ۾ اميدوار هيو. هن جيڪو چونڊ منشور پيش ڪيو، اهو سندس منصوبن ۽ پلان جي نشاندهي ڪري ٿو:

’مان پنهنجو پاڻ توهان اڳيان پيش ڪيان ٿو تہ جيئن مون کان پنهنجي صلاحيت آهر ڪم ورتو وڃي. مون لوڪل سيلف گورنمينٽ جو تجربو ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي مختلف ڪميٽين تي ڏهہ سال ڪم ڪندي حاصل ڪيو آهي. ان کانسواءِ مان ٻن سالن لاءِ اسڪول بورڊ جو چيئرمين ۽ ڇهن سالن لاءِ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو صدر رهيو آهيان. مون کي ڇهن سالن کان ڪوآپريٽو سوسائيٽيز، خاص ڪري سندن مالياتي شعبي سان خاص دلچسپي رهي آهي. مان زراعت جو مطالعو انهيءَ نظريي سان ڪندو رهيو آهيان تہ ’روز جي ماني‘ جو مسئلو ڪيئن حل ڪجي ۽ مستقبل قريب ۾ انهيءَ شعبي سان لاڳاپجڻ چاهيان ٿو. لوڪل سيلف گورنمينٽ، ڪوآپريٽو سوسائيٽيز ۽ زراعت اهڙا شعبا آهن، جيڪي جيڪڏهن چڱي نموني استعمال آندا وڃن تہ انسانذات کي خوشي ڏيئي سگهن ٿا. منهنجو اليڪشن ۾ بيهڻ جو مقصد اهو آهي تہ پنهنجي پوزيشن کي انساني خوشيءَ ۽ ڀلائي لاءِ استعمال ڪريان. مان سڀني کي مدد لاءِ زور ڀريان ٿو.‘

انهيءَ اپيل ۾ ايڏي تہ سادگي ۽ سچائي هئي، جو انهيءَ هر ڪنهن کي موهي وڌو. ’ڊيلي گزيٽ‘ 13 مئي 1926ع تي جمشيد جي اليڪشن ۾ بيهڻ واري خبر تي هي ايڊيٽوريل لکيو:

’اهو سڀاويڪ آهي تہ جمشيد پنهنجي سُٺي ڪم جو دائرو هاڻي وڏن ادارن تائين وڌائي رهيو آهي. اليڪشن تائين رسڻ لاءِ هن ٽن ڏاڪن يعني، لوڪل سيلف گورنمينٽ، ڪوآپريٽو سوسائٽيون ۽ زراعت جي چونڊ ڪئي آهي. اهي ٽي مکيہ ڏاڪا انڊيا جي مستقبل

لاءِ پڻ اهم هوندا. جمشيد کي ماڻهن ۽ ماڻهن جي مسئلن جي ڄاڻ، سندن ملڪي پس منظر جي حوالي سان آهي. انهيءَ کي مد نظر رکندي پڪ سان چئجي ٿو ته هو تمام گهڻي مدد ۽ سهڪار ماڻي ليجسليٽو اسيمبلي ۾ پهچندو.'

جمشيد جو مقابلو مسٽر نارائڻ داس آنند جي: هڪ مزدور اڳواڻ ڪري رهيو هيو. هن جو جمشيد جي مقابلي ۾ ڪو خاص تجربو ته نه هيو، پر سياست ۾ ائين به ٿيندو آهي ته لائق ماڻهو رهجي ويندو آهي. اهو ئي جمشيد سان به ٿيو. هن اليڪشن ۾ هارايو، پر هار جمشيد تي اثر انداز نه ٿي. هن پنهنجي ڪم کي ٻين پليٽ فارمن تي جاري رکيو. هن 'سنڌ هيرالڊ' ۾ 'سنڌ جي تعمير نو' جي عنوان سان مضمونن جي سيريز لکي، جنهن جو ايڊيٽر مسٽر چينمل پرسرام هيو، جيڪو هن جو دوست ۽ پيار ڪندڙ ساٿي هيو. هن انهن مضمونن ۾ سنڌ جي ڊرينيج کي بهتر بنائڻ، ڪجهه علائقن لاءِ نئين سر رٿابندي ڪرڻ، منصوبن، ڳوٺاڻن گروپن ڪانسواءِ، ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي ائڪٽن ۾ ترميمن تي پڻ لکيو. هن جي مضمونن جا عنوان ٻهراڙيءَ ۾ صحت ۽ علاج جي سهولتن جي لاءِ نئين سر ترتيب، موجوده زميننداريءَ نظام، ڳوٺاڻي پنچائت، زرعي اسڪول، نمائشي پلاٽ ۽ روڊ وغيره هيا. سن 1930ع ۾ جڏهن سول نافرمانيءَ جي تحريڪ شروع ٿي ته هن انهيءَ جي مخالفت ڪئي. سياست ۾ اچڻ کان اڳ ۾ هو عوام جي اکين جو تارو هوندو هيو، پر پوءِ سياست جي ڪري گهڻا ڪيس اجان وڌيڪ چاهڻ لڳا ته ڪي وري ڪانئس نفرت به ڪرڻ لڳا. تعريف هن کي ڪڏهن آپي مان نه ڪڍيو ۽ نفرت ڪيس مايوس نه ڪيو. هي اُهو ماڻهو هيو، جنهن شهرت جي بدلي پنهنجا اصول نه ڇڏيا. هن جي شعوري پرورش اينِي بيسنٽ واري سوچ ۽ مڪتب فڪر تحت ٿي هئي. اُنڪري هي هر اُن قدم جو مخالف هيو، جنهن جي ذريعي قانوني طرح جوڙيل سماجي لاڳاپن کي للڪاريو پئي ويو. ۽ هر اُهو

عمل جنهن جي ذريعي نفرت پيدا ٿئي، تنهن جي هن سخت مخالفت پئي ڪئي. هن اهو پئي محسوس ڪيو ته انهيءَ برطانيا مخالف تحريڪ ۾ مستقبل جي تڪليف جا جواهر به جڙيل هئا. هن جي دل انهيءَ حالت تي رت پئي رني ته ڪيئن واپار ۽ صنعت تباهه پئي ٿيا. بي روزگاري ملڪ کي وڻ ويڙهي وانگر وڪوڙي ويئي ۽ نفرت جتي ڪٿي جهنگلي گاهه جيان ڦٽي پئي هئي.

سن 18-1914ع واري پهرين مهاڀاري جنگ کان پوءِ جرمني برطانيه جي خلاف نفرت جي هڪ باهه ٻاري ڏني هئي. انڊيا به انهيءَ صورتحال مان گذري رهيو هيو. جليانوالا باغ واري واقعي ۽ ٻين فسادن مُلڪ کي جهوري وڌو. هر دفعي برطانيا طرفان آئيني سڌارا ۽ آزاديءَ واري ڳالهه تان ڦري وڃڻ به انڊيا کي پريشان ڪري وڌو هيو. انڊيا لاءِ اهي واقعا ۽ فساد ائين ثابت ٿيا، جيئن جرمني لاءِ ورسائيلز معاهدو. مهاتما گانڌيءَ عدم تشدد جو طريقو عمل ۾ آندو پر انهيءَ به نفرت جي باهه تي تيل جو ڪم ڏنو. انهيءَ صورتحال تي جمشيد ڳالهائيندي چيو ته 'جلسن ۽ راڳن کي ته ڇڏيو پر عورتن ۽ ٻارن جي ڳالهائڻ ۾ به برطانيا خلاف نفرت آهي.' جمشيد برطانوي حڪومت تي زور ڏنو ته 'هو انهيءَ کي فوراً آزادي طرف وٺي وڃي نه ته ٻيءَ صورت ۾ شايد انڊيا، برطانيا سلطنت جو حصو به نه رهندي.' انڊيا جا چوٽيءَ جا ليڊر انهيءَ عدم تشدد واري تحريڪ جي پويان هئا ۽ انهن مان ڪافي جدوجهد ڪندي، جيلن ۾ پڻ پيا. ڪراچيءَ ۾ جڏهن به لاٺي چارج جهڙي صورتحال ٿيندي هئي ته جمشيد اُتي گهڙو ڪري پهچي ويندو هيو ۽ هي جلوس وارن ۽ پوليس جي وچ ۾ ثالثيءَ جو ڪردار ادا ڪري صورتحال کي خراب ٿيڻ کان بچائي وٺندو هيو. 11 جنوري 1931ع تي پوليس پرنسيس اسٽريٽ ۾ لاٺي چارج ڪئي ۽ ڪيترائي ماڻهو زخمي ٿي پيا. انهن کي جمشيد ۽ سندس ريڊڪراس ورڪر گانڌي اسپتال ڏانهن کڻي ويا ۽ سندن ٽهل ٽڪور ڪئي. اهو جمشيد جوئي آواز هوندو هيو، جنهن تي جلوس

وارا چڙ وچڙ ٿي ويندا هيا. هن سان سياسي اختلاف رکندڙ هن جي
اُنهيءَ رويي تي سخت لفظ استعمال ڪندا هئا ۽ ڪيس نندينداهئا.

جنوري 1931ع ۾ گول ميزڪانفرنس جي حوالي سان جڙيل
سنڌ سب ڪاميٽيءَ پنهنجي رپورٽ ڏني ته، ’سنڌ کي بمبئي کان
عليحده ڪيو وڃي.‘ انهيءَ ڪاميٽيءَ اها راءِ هنن ڳالهين جي بنياد
تي قائم ڪئي هئي، ’نسل ۽ ٻوليءَ جو فرق، جاگرافيائي طرح سنڌ
جو بمبئي جو حصو نه هجڻ ۽ ٻنهي خطن جي وچ ۾ رابطي جي
ڏکيائي وغيره.‘ جمشيد انهيءَ جدوجهد ۾ سڀني کان اڳرو هيو.
جڏهن ته سنڌ ۾ ڪن هندن انهيءَ خلاف هڪ محاذ کڙو ڪيو هيو.
انهن جو سڀ کان وڏو دليل اهو هئو ته، ’عليحدگي جي صورت ۾
سنڌ مالياتي بار سهي نه سگهندي ۽ سنڌ ۾ ايڏي قابليت به موجود
ڪونهي جو سنڌ کي هلائي سگهي.‘ پروفيسر ايچ.ايل. چبلاڻي
انهيءَ مخالف گروپ جي اڳواڻي ڪري رهيو هيو. انهن جو اهوئي
آلاپ هيو ته، ’هڪ پنتي پيل ۽ تعليم کان وانجهيل علائقي کي ايڏي
وڏي جوابداري ڪيئن ٿي ڏئي سگهجي! ؟‘ هر طرف انهن مايوسيءَ
جي تصوير پيش ڪئي هئي. اهو ڊپ هيو ته جيڪڏهن سنڌ عليحده
ٿي ته جلدي مالياتي ڏيوالپڻي جو شڪار ٿي ويندي. هندن انهيءَ کي
پنهنجي ذات جو مسئلو ڪئي بڻايو هيو، ڇاڪاڻ ته اهي عليحده سنڌ
۾ مسلم اڪثريت کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا. انهيءَ معاملي تي
ڪين انڊين نيشنل ڪانگريس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ڪجهه
ميمبرن جي پٺڀرائي پڻ حاصل هئي. وري به مهاتما گانڌيءَ جي
سچائي کي داد ڏيڻو پوندو، جنهن چيو ته، ’حقِ خود اختياري سڀني
کان مٿانهون آهي.‘ انهيءَ سچي جدوجهد ۾ جمشيد جو آواز هڪ
نجات ڏياريندڙ وارو هيو. هن انگن ۽ اکرن جي مدد سان ٻڌايو ته
صورتحال ائين نه آهي، جيئن پيش ڪئي پئي وڃي. اهو سچ هيو ته آرون
جي رپورٽ موجب، جيڪا هن نومبر 1931ع ۾ ڏني هئي، شروع ۾
تقريباً 110 لکن جي کوٽ ٿيندي. پر پوءِ انهيءَ ساڳي ڪاميٽيءَ اهو

ٻہ ٻڌايو تہ اها ماليـاتي ڪوٽ آهستي آهستي گهٽجي ويندي. اڄ اسان جاڻون ٿا تہ جن سنڌ جي عليحدگيءَ جي ڳالهہ ڪئي اهي ڪيڏا نہ وسيع النظر ماڻهو هئا. چوڻ تہ عليحده ٿيڻ کان پوءِ سنڌ نہ رڳو مرڪزي حڪومت جو قرض لاٿو پر سکر بئراج جو قرض پڻ لاٿو. 1 اپريل 1936ع ۾ جڏهن سنڌ بمبئي کان عليحده ٿي تہ سر ايل. گرام کي پهريون گورنر مقرر ڪيو ويو. هو جڏهن ساموندي جهاز ذريعي ڪراچيءَ پهتو تہ ڪياماڙيءَ تي هڪ رنگ برنگي محفل منعقد ڪئي وئي. انهيءَ موقعي جي مناسبت سان جمشيد پنهنجو پيغام هن ريت ڏنو، 'انديا جي آئين ۾ سنڌ کي هڪ عليحده صوبو تسليم ڪرڻ وقت منهنجو خيال 1915-18ع ڌانهن وڃي ٿو، جڏهن سيٺ هرچندراءِ وشنداس ۽ مسٽر غلام محمد ڀرڳڙي ٻنهي جو خيال سنڌ جي عليحدگيءَ لاءِ هڪ هيو. پر پوءِ 'ها' ۽ 'نہ' جي وچ ۾ 25 سال گذري ويا. هاڻي اهو خواب سچ ٿي چڪو آهي. هاڻي اسان کي سنڌ کي عظيم بنائڻ، ترقي وٺرائڻ، خوشحال ڪرڻ ۽ امن قائم ڪرڻ طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي. انهيءَ جي گهڻي جوابداري سنڌ جي رهواسين تي آهي. خاص ڪري انهن تي، جيڪي سرڪاري ۽ غير سرڪاري طرح انتظاميہ سان واسطي ۾ آهن. چو تہ بمبئي کان عليحده ٿيڻ کانپوءِ اسان تي ڪم جو دٻاءُ وڌي ويو آهي ۽ اسان کي هاڻي سخت محنت ۽ دل لڳيءَ سان ڪم ڪرڻو آهي. هن وقت اسان کي ڌاهپ، سهپ ۽ درگذر جي ضرورت آهي. هن عبوري وقت ۾. اسان کي ڪجهہ تڪليف ضرور ٿيندي. پر جڏهن پنهنجو مقصد، خوشحال سنڌ، اڳيان آٿيندا سين تہ پوءِ اسان کي رستو صاف نظر ايندو. هاڻي اسان کي سنڌ لاءِ سٺي ۽ گهڻي ڪم جو موقعو مليو آهي. اسين گهر پهچي چڪا آهيون. هاڻي اسان کي سولاپور، پونا ۽ گجرات جي بجاءِ جيڪب آباد، نواب شاهہ، لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ جي باري ۾ سوچڻ گهرجي. جيڪڏهن سنڌ جي نئين سر تعمير جو منصوبو سياڻپ سان ناهيو ويو، بيمائي ختم ڪئي ويئي، ڳوٺن جي سڌاري لاءِ رٿائون

جوڙيون ويون ۽ ڌرتيءَ ڇاون لاءِ اقتصادي منصوبن کي نئين سر ترتيب ڏني وئي ته پوءِ جلدي خوشحالي شهرن ۾ به ايندي.'

اڄ سنڌ خوشحال ۽ مالياتي طرح سگهارو صوبو آهي، اهو سڀ ڪجهه سکر بئراج جي ڪاميابيءَ ڪان پوءِ ئي ٿي سگهيو آهي. انهي بئراج جو شمار اڄ دنيا جي اهم انجينئرنگ منصوبن ۾ ٿئي ٿو. لارڊ لائڊ، جيڪو بمبئي جو گورنر هيو، انهيءَ محسوس ڪيو ته جيڪڏهن پنجاب حڪومت ستلج بئراج پراجيڪٽ شروع ڪيو ته سنڌ کي وڏو نقصان پهچندو. هن انهيءَ مسئلي تي گنيش کنڊ ۾ 1922ع ۾ سنڌ جي اڳواڻن جي هڪ گڏجاڻي سڏائي. انهي گڏجاڻيءَ ۾ جمشيد به شرڪت ڪئي هئي. ماهرن جي اها راءِ هئي ته جيڪڏهن سکر بئراج ۽ ستلج بئراج پراجيڪٽ گڏوگڏ شروع ڪيا ويا ۽ ڪنهن به سبب جي ڪري جيڪڏهن سکر بئراج پراجيڪٽ ۾ ٿوري به دير ٿي ته آبپاشيءَ جي حوالي سان سنڌ سان بي واجبي ٿيڻ جو ڊپ آهي. اُنڪري ئي سنڌ جو ڪيس لارڊ لائڊ پاڻ پيش ڪيو. هن مرڪزي حڪومت کي لکيو، 'منهنجي حڪومت جو پختو خيال آهي، ته پهريان سکر بئراج پراجيڪٽ شروع ڪيو وڃي ته جيئن ستلج پراجيڪٽ جي نتيجي ۾ سنڌ ڪنهن به نقصان کان بچي سگهي.' سکر بئراج، انن سالن جي محنت کانپوءِ نهي راس ٿيو. انهيءَ جو افتتاح ايڇ.اي. لارڊ ولنگٽن 30 جنوري 1932ع تي ڪيو. اسان کي برٽش انديا جي دور نظر اڳواڻن جو ٿورائتو ٿيڻ گهرجي، جو انهن ايڏي وڏي منصوبي جو تصور ڪيو ۽ اُن تي عمل ڪيو، جنهن ڪري اڄ سنڌ خوشحال آهي. جيتوڻيڪ ڪن پورڙن هن پراجيڪٽ جي مخالفت ڪئي ۽ اهڙا گفتا به ڳالهايا ته اهو منصوبو سنڌوءَ جي پاڻي سان مذاق آهي پر سندن خدشا غلط ثابت ٿيا.

انهيءَ بئراج جي ڪاميابيءَ جتي خوشحالي ڏني، اُتي ڪجهه مسئلا به پيدا ٿيا. بئراج جي علائقي ۾ نيون زمينون نڪرڻ جي ڪري، جتي سرمائيدار ۽ زميندار اُنهن تي قبضو ڪرڻ لڳا ته اُتي

’هاري ايسوسيئيشن‘ بہ وجود ۾ آئي، جنھن کي هڪ انقلابي ادارو سمجھيو پئي ويو.پر جمشيد ۽ سندس ساٿين جو هاري ايسوسيئيشن برپا ڪرڻ جي پويان هڪ مقصد اهو بہ هيو تہ، ’زميندارن جي بي واجبين کي روڪجي ۽ زمين هارين لاءِ رکي وڃي.‘ انهيءَ ’هاري ايسوسيئيشن‘ جو چيئرمين جمشيد ۽ جنرل سيڪريٽري مسٽر چيتمل پرسرام هيو. انهيءَ ايسوسيئيشن جو ڪو انقلابي رستو نہ هيو پر جمشيد وٽ هڪ وچين واٽ هئي، ۽ اُها هئي هارين ۽ زميندارن کي هڪ ٻئي سان تعاون، محنت ۽ صلح جي تعليم ڏيڻ. هن کي روس مان آندل بولشوڪ نظريي سان همدردي ڪانہ هئي، پر هو هيٺين جو پرجهلو ضرور هيو. هن جو طريقو مختلف هيو. هن سرچاءِ ۽ سهڪار جي ذريعي زميندارن سان ٽڪر نہ کائيندي، سنڌ جي عوام لاءِ ترقي ۽ خوشحالي پئي چاهي. هن 12 جولاءِ 1930ع تي ميرپورخاص ۾ سنڌ هاري ڪانفرنس ۾ صدارتي تقرير ڪندي چيو تہ، ’هاري ڪانفرنس لاءِ مختلف ويچار آهن. ڪي سمجهن ٿا تہ اها بولشوڪ انقلاب جي شروعات آهي، ڪي وري سوچن ٿا تہ اها زمينون هارين کي ڏياري ڪين زميندار بڻائڻ چاهي ٿي. زميندار وري اهي خيال پيا ڊوڙائن تہ اها ڪين سيڪت ڏيڻ لاءِ ناهي وئي آهي. پر هاري ايسوسيئيشن حالتن جو جائزو ورتي، سيني ڌرين جي فائدي واري پسمنظر ۾ ناهي وئي آهي. هاري ايسوسيئيشن زميندارن ۽ هارين ٻنهي جي وچ ۾ سرچاءُ ڪرائيندڙ آهي. انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ هن وقت هارين ۽ زميندارن جا لڳ لاڳاپا اهڙا سٺا نہ آهن، جهڙا هجڻ گهرجن. هتي سٺا زميندار بہ آهن تہ خراب زميندارن جي بہ کوٽ ڪونهي. اسان جي خواهش آهي تہ خراب ۽ ناپسنديده زميندار سٺا ٿين. اسين اها ڳالهہ بہ مڃون ٿا تہ ڪيترائي هاري اڻ پڙهيل آهن. اُهي غربت جي دٻاءَ هيٺ زندگي گذاري رهيا آهن ۽ قرضن ۾ ڪارا آهن. هاڻي جڏهن سکر بئراج ۽ سندس ڪئنال نهي راس ٿيڻ وارا آهن، انهيءَ وقت ضروري آهي تہ سنڌ جي

زميندار ۽ هاريءَ جا لاڳاپا سنا هجن. هارين کي اينتري اهميت ڏيڻ گهرجي ته جيئن هو قرضن مان آجا ٿين ۽ تعليم حاصل ڪري پنهنجي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت بهتر بنائن. جيڪڏهن سنڌ جي زميندار ۽ هاري جي دل هڪ ٻئي ڏانهن صاف نه ٿي ته پوءِ ٻيا مادي عمل بئراج جي حقيقي ڪاميابيءَ لاءِ ڪارگر نه ٿيندا.'

اهو جمشيد جو منصوبو هيو ته حڪومت هر هاريءَ کي آسان قسطن تي 16 کان 24 ايڪڙ بئراج ايريا ۾ زمين ڏئي. اهڙي طرح [ان وقت جي] 10 لک هارين مان 2 لک هاري زمين جا مالڪ ٿيندا. ان کان سواءِ هن وڏي پيماني تي هارين لاءِ ڪوآپريٽو ناهڻ جي رٿا جوڙي هئي ته جيئن هو انهيءَ جي ذريعي جديد پوکيءَ جا طريقا ٻج پاڻ ۽ زراعتي ڄاڻ حاصل ڪري سگهن ۽ فصل سڻي اگهه تي وڪرو ڪري سگهن.

جمشيد روس واري گڏيل پوکي واري طريقي ۾ يقين رکندڙ نه هيو. هن جو خيال هيو ته هر فرد پنهنجو پاڻ اڳيان اچي ۽ ڪوآپريٽو سوسائيٽيون صرف هن کي رهبري ۽ اسنادي ڏين. جمشيد کي ٻهراڙيءَ جي مسئلن تي دسترس حاصل هوندي هئي. هو به مهاتما گانڌيءَ وانگر انهيءَ ڳالهه ۾ يقين رکندو هو ته انديا جو جياپو ٻهراڙيءَ جي نئين سر تعمير ۾ آهي. وائسراءِ هند، لارڊ آرون، جڏهن 1927ع ۾ ڪراچي آيو ته جمشيد انهيءَ کي خاص اپيل ڪندي چيو ته 'ٻهراڙيءَ جي ترقيءَ تي وڌيڪ ڌيان ڏنو وڃي.'

25 جنوري 1936ع ۾ لاهور ۾ منعقد ٿيل پنجاب لوڪل سيلف گورنمينٽ جي اجلاس ۾ صدارتي تقرير ڪندي، هن ٻهراڙيءَ جي تعمير نو تي زور ڏنو. هن چيو، 'ماضيءَ جي تعريفن، چند صاف شهرن ۽ اسپتال تي انديا گهڻو وقت هلي نه سگهندي. هاڻي خوشحال ٻهراڙيون گهرجن.' هن پنهنجو پاڻ کي ٻهراڙيءَ جي ترقي سان لاڳاپي ڇڏيو هو.

1937ع ۾ هو سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي ۾، بائرس ۽ شپرس

جي چيئرمين جي حيثيت سان سيٽ حاصل ڪري پئي سگهيو پر پوءِ بہ هو سنڌ جي هڪ ننڍي شهر دادو مان اميدوار بيٺو. هو اليڪشن مُهم دوران ڪار ۽ ڏاند گاڏي ذريعي تمام پري پري جي ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ ويو ۽ انهن جا مسئلا معلوم ڪيا. هن اليڪشن مهم دوران، هيٺين ٽن ڳالهين تي زور ڏنو.

1. ڪوآپريٽو ايڪٽ ۾ ترميم.
2. لئينڊ مارگيج بئنڪ جو قيام.
3. زرعي سڌارا.

هو دادو واري سيٽ تان ڪامياب ٿيو ۽ سنڌ اسيمبلي ۾ وڏين اميدن سان داخل ٿيو هو. هن کي جڏهن اسيمبلي ۾ وزير ٿيڻ جي آڇ ڪئي وئي تہ هن کين ٻڌايو تہ 'منهنجي تربيت هڪ 'ايمرجنسي مئن' واري ٿي آهي. مون سدائين خدا جي نالي ۾ جوابداري قبول ڪئي آهي. مان ڪابہ جوابداري کڻڻ لاءِ تيار آهيان. مان هر اُنهيءَ منسٽر يا صدر لاءِ حاضر آهيان، جيڪو سنڌ جي تعمير لاءِ ڪم ڪندو. باقي مان ڪنهن پارٽيءَ ۾ شامل نہ ٿيندس.'

مٿيون بيان هن جي ذهن جي عڪاسي ڪري ٿو. اڪثر ماڻهو سياست ۾ ايندا ئي انهيءَ ڪري آهن تہ جيئن پنهنجا مطلب پورا ڪري سگهن ۽ چڱيون ڪرسيون ماڻين. اهي ماڻهو اڪثر اڳواڻن ۽ پارٽين جي چوڻ تي عمل ڪندا رهندا آهن. اهي پنهنجي سوچ ۽ ضمير تحت ووٽ نہ ٿيندا آهن. سندن ڪوبہ ووٽ نہ هوندو آهي. اهو پارٽي جو ووٽ هوندو آهي، جنهن سندن ضمير خارج هوندو آهي.

1937ع ۾ عليحده سنڌ جي پهرين اسيمبلي ۾ هيٺيون پارٽيون ڪٺي آيون:

[1] سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي، [2] سنڌ مسلم پارٽي، [3] سنڌ آزاد پارٽي، [4] سنڌ هندو پارٽي [5] ڪانگريس. اُهي جملي پارٽيون هيون. انهن پارٽين ۾ صرف ڪانگريس اهڙي پارٽي هئي، جنهن کي اصول ۽ ضابطا هيا ۽ جنهن پنهنجي مرڪزي اڳواڻن جي چوڻ تي

تيزي سان رنگ ۽ تيور نہ پئي متايا. باقي چار پارٽيون ڪن شخص قائم ڪيون هيون. سنڌ يونائيٽڊ پارٽي، سرشاهنواز ڀٽي جي تيار ڪيل هئي. سنڌ مسلم پارٽيءَ تي سر غلام حسين هدايت الله جي ڇاپ هئي. سنڌ آزاد پارٽي پيداوار ٿي شيخ مجيد ۽ ليلارام جي هئي ۽ اهڙي طرح سنڌ هندو سڀا کي مُکي گوبندرام جي پارٽي طور سڃاتو ويندو هو. جمشيد ڪانگريس جو ماڻهو نہ هيو. هن آزاد رهڻ پسند ڪيو تہ جيئن پنهنجي ضمير ۽ دل جو آواز ٻڌي سگهي. جڏهن 4 آگسٽ 1937ع تي بجيٽ تي بحث ٿيو تہ جمشيد پهريون مقرر هيو، جنهن تقرير ڪندي چيو، 'ڪنهن بہ چونڊيل ميمبر کي پنهنجو الائونس وٺڻ نہ گهرجي. هن جي اها رٿ ناڪام ٿي، ۽ ڪجهہ بدمزگي پڻ پيدا ٿي. پر هڪ ماڻهوءَ جنهنکي ٻيا چونڊين ۽ پروسوڪن ٿا ۽ جيڪو پاڻ بہ خدمت لاءِ دعويٰ ڪري ٿو، اهو خدمتن جو معاوضو ڇو وٺي؟ پوءِ اها عوام جي خدمت تہ نہ ٿي!'

جمشيد ڪنهن بہ پارٽي جو ميمبر نہ هيو، پر پوءِ بہ هو سڀني چونڊيل نمائندن لاءِ صلاحڪار، دوست، رهبر ۽ فلاسافر جو ڪردار ادا ڪندو رهندو هو. هو پڪو پارليامينٽيرين هو. انهيءَ وقت منسٽرين کي ٽوڙڻ لاءِ ڪوششون ٿينديون رهنديون هيون. هو انهن سڀني عملن جي شديد مخالفت ڪندو هو ۽ چوندو هو تہ اسيمبليءَ ۾ يا اسيمبليءَ کان ٻاهر، ان کي ٽوڙڻ جون ڪوششون ڪرڻ ڪنهن بہ طرح سنڌ جي ترقيءَ ۾ ڪردار ادا ڪرڻ نہ آهي. جمشيد کي جلد محسوس ٿي ويو تہ اسيمبليءَ ۾ ويهي هو ڪوبہ چڱو ڪم نٿو ڪري سگهي. اُها سازش ۽ جوابي سازشن جو گهر بڻجي وئي آهي. آخر 1940ع ۾ هن اسيمبلي کي ڇڏي ڏنو. ان کان سواءِ هن جي ٽڪ وارن جو خيال هو تہ هو هندو سڀا ۾ شامل ٿئي، پر هن آزاد رهڻ پسند ڪيو. هن اهو پڻ ڏٺو تہ ميمبرن لاءِ ذاتي مقصد ۽ پارٽين جون ترجيحون سندن اصلي ڪم کان زياده اُتم هيا. اسيمبلي هڪ ڪلَ جو آکاڙو بڻجي چڪي هئي، جتي ڳالهايو تہ گهڻو ويندو هو پر عمل گهٽ ڪيو ويندو هو.

تنقيد ڪندڙن جو خيال آهي تہ جمشيد سياست ۾ ڪو ٻوٽو نہ پاريو. اها راءِ اسين پڙهندڙن تي ڇڏيون ٿا. پر اسين سمجهون ٿا تہ پارٽي سياست کان بالاتر ٿي، اصول پسنديءَ جي واٽ ورتي، هن ملڪي سياست ۾ نئون موڙ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. جمشيد جا خيال هتي پارٽين بابت پيش ڪرڻ مناسب ٿيندو. 'انهيءَ خيال کي توهان هڪ دور نظر اندازو، هڪ خواب ۽ ناممڪن عمل چئي سگهو ٿا پر دنيا جا اڳواڻ انهيءَ ڳالهہ تي سوچي رهيا آهن تہ ايندڙ دنيا کي پارٽين جي ضرورت نہ آهي. ان ڪري پارٽين کي ختم ڪرڻ گهرجي. پارلياماني آئين ۾ پارٽين جي ضرورت نہ آهي. هن وقت دنيا ڪيترن ئي منجهيل مسئلن کي منهن ڏيئي رهي آهي. هر وقت قرارداد پيش پيا ٿين. اُنهن تي بحث پيو ٿئي. اُنهن مان هر هڪ تي ذار ذار فيصلو هڪ جوابدار شخص ڪري سگهي ٿو، پوءِ چاهي اهو اسيمبلي ۾ هجي يا حڪومت ۾ يا ٻنهي کان ٻاهر. هاڻي مسئلن کي پارٽيءَ جي فيصلن تي ترجيح نہ ڏني وڃي ڇو تہ انهن فيصلن تي ڪميونٽيءَ جي خوشيءَ جو دارومدار آهي ۽ پارٽيون فيصلي ڪرڻ وقت پنهنجو پارٽي مفاد سوچي ٻي پارٽي يا ڪميونٽي کي نقصان ڏين ٿيون.'



معاشي مدد ڪجهه به ناهي. انساني ڇهاءُ ئي آهي، جيڪو ڪمزور کي اڳتي به وڌي وڃي ٿو ۽ جنهن جي هن کي ضرورت به هجي ٿي ... خيرات ۽ امداد جي روايت کي ختم ڪرڻ نه پر انهن کي اعليٰ سطح تي اپنائڻ جي ضرورت آهي ... دنيا ۾ پکڙجي وڃو ۽ جيڪو ڪجهه به مليو اٿوَ، ورهائي ڇڏيو.'

جمشيد مهتا

هڪ ئي عمل هيو، جنهن تي جمشيد شرمسار هيو. اهو هيو سندس پيءُ جو شراب جو ڪاروبار. هو صوفي* هيو ۽ شراب جي ڪاروبار کان بہ بيزار هيو، پر هن کي همت نہ پئي ٿي تہ انهيءَ فائديمند واپار جي خلاف پنهنجي گهر ۾ ڳالهائي. انهيءَ حوالي سان جمشيد، پنهنجي هڪ نوڪر جو ذڪر ڪري ٿو تہ ڪيئن هن انهيءَ کان سبق سکيو. جمشيد انهيءَ واقعي جو پارسي جرنل 'شاردا' ۾ ذڪر هن ريت ڪيو آهي، 'اسان وٽ هڪ صوفي نوڪر هيو، جيڪو ڪنهن بہ نشي واري شيءِ کي هٿ نہ لائيندو هيو، پر پنهنجي گذران جي ڪري هن کي انهيءَ ڪاروبار ۾ شامل رهڻو پوندو هو. پارسي ڪميونٽيءَ ۾ ايستائين شادي جو جشن مڪمل نہ سمجهيو ويندو هو، جيستائين محفل ۾ شراب ميسر نہ ٿيندو هيو. هن جي گهر ۾ شادي ٿي پر هن خدا ترس شخص شراب پيارڻ کان انڪار ڪيو. هن تي ڪميونٽيءَ دباءُ وڌو. ان وقت هن جي اڳيان بہ رستا هئا. هڪ رسم جي پوئلڳي ڪرڻ يا رسم کي رد ڪري هڪ نئين روايت قائم ڪرڻ. انهيءَ سماجي رسم جي ٽوڙڻ جي نتيجي ۾، هن جو سماجي بائيڪاٽ ڪيو ويو. اصل هن لاءِ زندگي ئي زهر ٿي وئي. آخر تنگ ٿي هن عيسائيت قبول ڪئي، پر پنهنجا اصول نہ ڇڏيا.'

جمشيد انهيءَ شخص کي پنهنجو گرو قبول ڪيو. جمشيد وڌيڪ لکي ٿو، 'انهيءَ واقعي مونکي زندگيءَ جو هڪ سنو سبق سيکاريو.' اسين هن واقعي جي ذڪر مان سمجهي سگهون ٿا تہ جمشيد جي ذهن ۽ ضمير تي شراب جي وڪري وقت ڇا گذرندو هوندو.

جمشيد جيڪو ڪجهہ پنهنجي همت سان نہ ڪري سگهيو، خدا ان لاءِ هڪ نئون رستو ڪڍيو.

جيئن ئي جمشيد سياست ۾ سرگرم ٿيو تہ حڪومتي ذريـن

* هتي لفظ 'صوفي' مان مراد نشو نہ واپرائيندڙ Tetotaller آهي

کي اها ڳالهه چڱي نہ لڳي. انهن آهستي آهستي پنهنجا جوهر ڏيکارڻ شروع ڪيا. انهن پهريان ٻاهرين شراب ناهيندڙ ۽ وڪرو ڪندڙ ڪمپنين کي سوڙهو ڪيو ۽ پوءِ انهن پنهنجا هٿ نسروانجي اينڊ ڪمپني تي ڪوڙيا، پر جمشيد جي والد، انهيءَ نقصان تي ڪوبہ رد عمل نہ ڏيکاريو، بلڪ هن پنهنجي پٽ جي ساراهہ ڪئي.

شراب جي حمايتن جو خيال هيو تہ ڪانگريس طرفان شراب جي مخالفت صرف مهاتما گانڌيءَ جي ڪري ڪئي پئي وڃي. ڪيترائي سچاڻ ماڻهو شراب جي وڪري جي حق ۾ هئا. انهن جو خيال هيو تہ سڀ ڪو پنهنجي ڪرتوتن جو جوابدار پاڻ آهي ۽ پاڻ ئي سٺي ۽ خراب جي چونڊ ڪرڻ ۾ آزاد هجي. تنهن کان سواءِ اهو خيال بہ عام هيو تہ سڌارن آڻڻ جو اهو ڪو عملي قدم نہ آهي، پر ان پنيان پارسين کي انهيءَ ڌنڌي مان ٻچائي، انهن جي جاءِ تي هندن کي ورسائڻ واري نيت آهي. ان وقت ڪيترائي پارسي ان ڌنڌي سان لاڳاپيل هئا. پارسي وڏيڪ بدظن تڏهن ٿيا، جڏهن مسٽر نري مان، جيڪو ڪيترن ئي سياسي معرڪن جو هيرو هيو، ان کي ڪانگريس پنهنجو وزير نہ بڻايو. جڏهن تہ هو هر خيال کان معيار تي پورو پئي لٿو. هتي ڪجهہ مقامي اخبارن ۾ شايع ٿيل خط پيش ڪجن ٿا، جن مان شراب جي حمايت ۽ مخالفت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

' دستور* ڊاڪٽر ڊالا عالم هجڻ جي ڪري مشهور آهي. هو اهڙو تہ عالم آهي، جو ڇسي موضوع کي بہ دلچسپ بڻائي سگهي ٿو. انهيءَ فرض شناس عالم جي نيت تي شڪ ڪرڻ اجايو آهي. مونکي ياد آهي تہ هن ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ کهڙي نہ شاندار تقرير ڪئي هئي، جنهن ۾ هن ايراني ۽ هندو ثقافت تي تفصيل سان ڳالهايو هيو ۽ انهن ۾ فرق سمجهايو هو. پر گذريل خميس تي، واءِ.ايم.زيڊ.اي. هال ۾ هن چڱو نہ ڳالهايو. اها ڳالهہ مان هتي فراخدليءَ سان مڃي رهيو آهيان تہ هن پنهنجي ليڪچر جي پهرئين حصي ۾ شاندار نموني ٻڌايو تہ ڪيئن نہ انڊيا ۾ آزاديءَ جو ٻج دادا ڀائي نوروجي ۽ تلڪ جهڙن مجاهدن رکيو هيو. انهيءَ حوالي سان هن

* پارسين جي ديني عالم کي دستور چيو ويندو آهي.

انڊيا جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ پارسين جي ڪردار تي ڳالهايو. هن فيروز شاهه جي باري ۾ ٻڌايو ته ڪهڙو نه هو مٽيادار ماڻس هيو. مسٽر واش (Mr. Vatch) ڪهڙو نه شاندار ڪردار ادا ڪيو هو. مسٽر دستور جيڪو واقعن ۽ عملن جي گهرائيءَ ڪي چڱي نموني سمجهي سگهي ٿو، تنهن اهو پڻ ٻڌايو ته ڪيئن نه برطانيا، ننڍي کنڊ جي سرزمين تي جمهوريت جو ٻج پوکيو، جنهن هاڻي ميوو ڏيڻ شروع ڪيو آهي. جڏهن دستورجي شراب جي حمايت ۾ ڳالهائي ٿو ته هن جي ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ شراب تي بندش واري ڪانگريس پاليسيءَ کي سمجهڻ گهرجي. هو پنهنجي ڳالهه کي اڳ ۾ ڪرڻ لاءِ مهاتما گانڌيءَ جي راءِ کي به لتاڙي ويو آهي ۽ هن بشپ جا لفظ ورجايا آهن ته شراب نه پر شرابي شيطانيت آهي. ايئن چوڻ سان شايد هو پنهنجو ذهن ۽ ضمير مطمئن ڪري سگهيو هجي! زرتشتين جو مذهب به عيسائيت وانگر شراب نوشيءَ جي اجازت ڏئي ٿو. صرف مسلمان، ٻڌ ۽ جين مت کي مڃيندڙ انهيءَ جي خلاف آهن. 'راهه رسم خاطر پيئڻ ۾ ڪائي برائي ڪانهي.' بشپن جي اُنهيءَ راءِ کي گانڌي يا ڪانگريس جي وزيرن به رد نه ڪيو آهي. پر مسٽر دستورجيءَ جي سوچ ته انهن بشپن کان به ٻه رتيون اڳتي آهي. جڏهن هو چوي ٿو ته شراب نه پر شرابي خراب آهي، تڏهن هو حقيقت ۾ اهو چوڻ چاهي ٿو ته شراب جو ڪاروبار به ائين آهي، جيئن ٻيا ڌنڌا. حقيقت ۾ شراب جي واپاريءَ ۽ انهيءَ عورت ۾ ڪو فرق ڪونهي، جيڪا چند سڪن جي عيوض پنهنجو جسم وڪڻي ٿي. انهن ٻنهي مان شراب جو واپاري وڌيڪ تِڇ آهي، ڇوته اها بدڪار عورت ٻين تي ڦٽڪار ڪرڻ کان اڳ ۾ پنهنجو پاڻ تي ڦٽڪار ضرور ڪندي آهي.'

'وارم وڊ' ۾ مسٽري ڪورليءَ هڪ شراب جي واپاريءَ جي ڪردار جي بهترين منظر ڪشي ڪئي آهي، جنهن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته، 'ڪيئن نه هڪ واپاري پاڻ ته پاڻيءَ تي گذران ڪري ٿو ۽ شراب کي هٿ به نٿو لڳائي پر ٻين جون زندگيون ضايع ڪري لکين روپيا ڪمائي ٿو.' اهڙي گندي طريقي سان ڪمايل دولت ڪهڙي ڪم جي؟ مغربي تهذيب جي هڪ وڏي خرابي اهو پيئڻ به آهي.

جيڪڏهن اسين ڪانگريس جي چوڻ تي اهو راهہ رسم خاطر پيئڻ بہ ڇڏي ڏيون تہ اها هن ملڪ جي خدمت ٿيندي. اسين عام ماڻهوءَ جو پلو ڇونہ ٿا سوچون؟ انهيءَ ۾ ڪهڙو نقصان آهي! جن شراب جي واپار مان لکين روپيا ڪمايا آهن، سي هاڻي ڪٽي چپ بہ ڪن! اهو ڪو وڏو نقصان نہ آهي، جيڪڏهن چند هزار فردن جون نوڪريون بارن ۽ هوٽلن مان ختم ٿين ٿيون!؟

منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن اسين ڪانگريس سان هن شراب مخالف تحريڪ ۾ گڏ آهيون تہ اسين ڪجهہ حاصل ئي ڪنداسين، وڃائينداسين نہ. جيڪو ڪجهہ اسين مادي طور وڃائينداسين، تنهن کان وڌيڪ روحاني طرح حاصل ڪنداسين.' [پارس سنسار ۽ لوڪ سيوڪ، 17 جون 1939ع]

'پارسين جي حوالي سان شراب مخالف ڪيس جي نوعيت عام راوجي ڪونهي. ائين ڪرڻ سان سنڌ جي ماڻياتي جوڙجڪ ڦري ويندي. ان ڪانسواءِ، انهيءَ جا خراب اثر عام ماڻهوءَ تي پوندا. سرڪاري انهيءَ ڪاروبار مان جيڪو ڪمائيندي هئي، تنهن جو پورائو ڪرڻ لاءِ زميندارن تي ٽئڪس هڻندي، جنهن سان شايد لاقانونيت پيدا ٿيندي. ان کان وڌيڪ تہ اهو عمل هر فرد جو شخصي معاملو پڻ آهي. جن ملڪن ۾ بہ طاقت جي ذريعي ائين ڪيو ويو آهي، اتي وڌيڪ مسئلا پيدا ٿيا آهن. اهو خيال نہ صرف پارسي برادريءَ جو آهي، پر ٻيا ماڻهوءَ بہ انهيءَ خيال سان سهمت آهن. پارسين کي خاص ڏک اهو بہ آهي تہ انهيءَ عمل جا اقتصادي نتيجا صرف ڪين ئي ڀوڳڻا پون ٿا. اهو سڀ ڪجهہ تڏهن ٿي رهيو آهي، جڏهن ملازمت جا ٻيا موقعا بہ گهٽ آهن. وڌيڪ متاثر تہ اهي غريب پارسي ٿيندا، جيڪي قرض ڪٽي هن ڏنڌي ۾ آيا آهن ۽ ڪرائي جي گهرن ۾ رهي رهيا آهن. ائين ٿيڻ سان هو مشڪل سان گذران ڪري سگهندا.' [ديلي گزيٽ 23 جولائي 1939ع]

'اسان لکين روپيا خيراتي فندن ۾ ڏنا آهن. جنهن ڪميونٽيءَ جو تعداد هزارن ۾ هجي، تنهن جي تناسب سان اهي تمام گهٽا پئسا آهن. اسين تہ اهو سوچي بہ نہ ٿا سگهون تہ شراب جو واپار

بند ٿيڻ جي ڪري جيڪي غريب بي روزگار ٿيندا، تن کي روزگار سان ڪيئن لڳائي سگهنداسين. هن ڏرتيءَ تي ڪوبہ پارسين جهڙو نسل نہ آهي، جيڪو پنهنجي عمل ۾ اينتري سماجداري رکندو هجي. ننڍي ڪنڊ جو مشهور ڪميونسٽ اڳواڻ مسٽر سڪلات والا جڏهن ڪراچي آيو هيو تہ پارسين جي خيراتي ادارن کان متاثر ٿيندي چيو هئائين، 'هي پارسي باهران ڪيڏا نہ سرمائيدار لڳن ٿا، پر عمل ۾ ڪيڏا نہ سوشلسٽ آهن.' اسان پارسين وٽ تمام گهٽي دولت، جستجو ۽ ذهانت آهي ۽ سڀ کان وڌيڪ اهو تہ سخي دل آهيون. مسٽر ڪوءَ جيءَ جيئن چيو آهي تہ هن وقت اسان جي اقتصادي صورتحال ڪريل آهي، اها غلط بياني آهي. اسانکي صرف منظم ٿيڻ ڏيو، اسان جا سڀ فنڊ، جيڪي اسان مختلف خيراتي ادارن ۾ سيڙايا آهن، گڏ ٿيڻ ڏيو. اهي اينترا تہ پئسا آهن، جو سڀني غريبن جو پوراءُ ٿي سگهي ٿو. ان شراب مخالف عمل جي ڪري، اسين وڌيڪ منظم ٿينداسين. پئسي جو صحيح استعمال ڪنداسين ۽ سماجي ادارن ۾ جيڪي پئسا اسان سيڙايا آهن، هاڻي انهن جو عقلي بنيادن تي استعمال ڪنداسين.

پراپرٽي ٽئڪس مان حڪومت ڇا ڪيو آهي؟ وري نئين ٽئڪس جون ڳالهيون ڪيون پيون وڃن. انهيءَ ٽئڪس جو بار ڪنهن تي پوندو غريب يا امير تي؟ جيڪڏهن ايڪسائيز پاليسيءَ تي عمل ٿيو تہ غريب سڀني کان وڌيڪ ڏچي ۾ پوندو. مزدور اڳي ئي هڪ ڪروڙ روپيا ايڪسائيز ڊيوٽي ڏين ٿا، تنهنڪري توهان چاهيو يا نہ هاڻي سوشلزم اچڻ ۾ ۾ دير نہ ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ هاڻي هڪ طبقي جي ڀلائي جو نہ پر عوام جي ڀلائي جو سوال آهي.' [ڊيلي گزيٽ 25 جولاءِ 1939ع]

انهيءَ دوران جمشيد جي ڇا سوچ هئي؟ هن شراب مخالف تحريڪ کي قدر جي نگاهہ سان ڏٺو پئي. هن مسٽر آر.ڪي. سڌواجي جي صدارت ۾ رام ڪريا سڀا جي جلسي ۾ ڳالهايو ۽ ڪانگريس جي عمل جي ساراهہ ڪيائين، هن انهيءَ کي بهترين سماجي سڌارو سڏيو ۽ وڌيڪ اهو بہ چيائين تہ، 'انڊيا جهڙي ملڪ ۾ ائين ڪرڻ ناممڪن ڪونهي.'



مکاني حڪومت، ڪو آپريٽو سوسائيٽيون ۽ زراعت، ٽئي جيڪڏهن درست طريقي سان استعمال ٿين ته انسان کي عظيم خوشي ڏئي سگهن ٿا...ميونسپل ائڊمنسٽريٽر جي ڪاميابي ٻن لفظن ۾ بيان ڪري سگهجي ٿي: صلاحيت ۽ قناعت پسندي.'

جمشيد مهتا

اسان اهو به ڏٺو آهي ته جمشيد اسان جي شهر کي ڪيئن ٺاهيو ۽ ڪيئن مسلسل ترقي وٺرائيندي هن منزل تي پهچايو. مزاج ۾ هڪ آئيڊيل ۽ عَملي شخص هجڻ ڪري، هو اهڙا موقعا ۽ پليٽ فارم ڳوليندو هو، جو پنهنجي تصورن تي عمل ڪري سگهي. هو انتها پسنديءَ خلاف، بڌ وانگر وچين واٽ جو پوئلڳ هو. ان ڪري هن ڪوآپريٽو تحريڪ کي پليڪار چيو.

ڪوآپريٽو لٽريچر چڱي طرح پڙهڻ ڪانپوءِ،هن انهيءَ کي اپنايو ۽ سنڌ ۾ ڪوآپريٽو تحريڪ جا بنياد رکيائين. هن 1920ع ۾ سنڌ ڪوآپريٽوَ بئنڪ لميٽڊ، ڪراچيءَ ۾ قائم ڪرائي. اها هڪ مرڪزي بئنڪ هئي، جنهن جي ماتحتيءَ ۾ ڪيترين ئي ڪوآپريٽو بئنڪون ڪم ڪري رهيون هيون. 1922ع ۾ هن ڪراچي اربن ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽڊ جو بنياد وڌو، جنهن جو افتتاح زراعت، ايڪسائيز ۽ ٻيلي کاتي جي وزير اي.ايم.ڪي. دهلوي ڪيو. 1927ع ۾ هن مرڪنٽائل ڪوآپريٽوَ بئنڪ جو بنياد وڌو، جنهن جو افتتاح هن پاڻ ڪيو. بئنڪ جو چيئرمين مسٽر درگداس بي.آڏواڻي هيو، جنهن پنهنجي تقرير ۾ جمشيد جي تمام گهڻي تعريف ڪئي. ان ڪانسواءِ ڪاسمو پوليٽين ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽي ۽ ڪراچي پارسي ڪوآپريٽوَ سوسائٽي پڻ هن جون ئي شروع ڪرايل آهن.

جمشيد جي اها خواهش هئي ته ڪوآپريٽو بئنڪن ۽ سوسائيٽيز جي ذريعي ٻهراڙين ۾ تبديلي آئجي. هو لينڊ مارگيج بئنڪ جڙڻ جي حق ۾ هو. سندس خيال هيو ته ائين ڪرڻ سان، ٻهراڙين مان قرض جو مسئلو ختم ٿي سگهي ٿو.

جڏهن هو ليبر يونين ڪياماڙيءَ جو چيئرمين هيو ته هن نارائڻ آنند جي. بي. جهڙن مزدور اڳواڻن کي راضي ڪيو ته هو

مزدورن جي بهتريءَ لاءِ ڪوآپريٽو ڪريڊٽ سوسائٽيون ٺاهن. جمشيد پنهنجي جمار جا لڳاتار 18 سال سنڌ ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽڊ ڪي، انهيءَ جي چيئرمين جي حيثيت سان ڏنا، پر 1938ع واري شئر هولڊرن واري گڏجاڻيءَ ۾ ڪيس هڪ سازش تحت عهدي تان هٽايو ويو* اهو موقعو انساني فطرت ۽ ڪوتاهه نظريءَ جي انتها آهي. انهي گڏجاڻي ۾ هن جي واڪاڻ ۾ ڪيتريون ئي تقريرون ڪيون ويون، جن ڪي بنياد بڻائي سمجهي پيو سگهجي ته بيهر به هو ئي چيئرمين ٿيندو. مسٽر حاتم اي.ڪي. علويءَ هڪ چاڻو ماڻهو هيو. انهيءَ ڪي اندازو ٿي ويو ته پردي جي پويان ڇا پيو ٿئي.

مسٽر حاتم علويءَ هڪ سچو ٿيا سافسٽ هيو. هن جمشيد جي حمايت ۾ ڊگهي تقرير ڪئي. اجا هو تقرير ڪري ئي رهيو هو ته ڪيس ويهڻ لاءِ چيو ويو، جنهن تي هن انڪار ڪندي وراڻيو ته، 'مان ضرور ڳالهائيندس.' بعد ۾ جڏهن چيئرمين جي عهدي لاءِ ڏنل ووٽ ڳڻيا ويا ته مسٽر ايم.ايچ. گڏدر ڪي ڪامياب قرار ڏنو ويو. جڏهن ڊائريڪٽرس جي چونڊ جو وقت آيو ته مسٽر درگداس بي. آڏواڻي، مسٽر نارائڻ داس اي.بي. ۽ مسٽر حاتم اي.ڪي. علوي وري ڊائريڪٽر ٿيڻ کان لاچاري ڏيکاري. هنن ان ڳالهه تي اعتراض واريو ته جمشيد سان انصاف نه ٿيو آهي.

هتي مسٽر گڏدر ڪي به داد ڏيڻ کان رهي نٿو سگهجي، جو هن پنهنجي ڪاميابيءَ تي خوش ٿيڻ بجاءِ هارايل اميدوار جي صبر ڪي داد ڏنوءِ چيائين، 'جمشيد ماڻهن ۾ فرشتو آهي.' اڳتي هلي ڪوآپريٽو تحريڪ ۽ بئنڪن ۾ جنهن طريقي سان واقعا ۽ عمل ٿيڻ شروع ٿيا، جمشيد انهن ڪي تمام سنجيدگيءَ سان محسوس ڪيو. هن محسوس ڪيو ته ڪوآپريٽوَ بئنڪن ڪي نقصان پهچايو پيو وڃي.

---

* گڏجاڻيءَ ۾ چيئرمين جي عهدي جي نئين سر چونڊ ٿيڻي هئي.

هن ڪڏهن بہ پنهنجي ذات لاءِ نہ سوچيو هيو. گڏيل فائدي لاءِ هو ننڍيا اختلاف نظر ۾ نہ آڻيندو هو. هن ڪڏهن بہ ڪوآپريٽوَ بئنڪ جي رجسٽرار ۽ پنهنجي اختلافن کي بئنڪ جي ڪارڪردگي مٿان حاوي ٿيڻ نہ ڏنو. اها جمشيد جي شڪست نہ پر قدرت طرفان ڪنهن وڏي جوابداريءَ لاءِ سڏ هيو.




’سماجي خدمت جو حقيقي مقصد ضرورتمندن کي موقعا، سهولتون ۽ درست ڏس فراهم ڪرڻ آهي ته جيئن اهي زندگيءَ ۾ هڪ قدم اڳتي وڌائي سگهن ... صرف جذبن جو وهڪرو سماجي خدمت جي سگهه نٿو هجي. سماجي تحفظ لاءِ درست تجزيو، عمل جو هنر، فهم، مضبوط تنظيم ۽ پاڻ ارپڻ واري خصوصيت جي ضرورت آهي.‘

جمشيد مهتا

جمشيد جو ذڪر هجي ۽ هن جي انساني ڀلائيءَ جون خدمتون نہ ڳائجن! اهو ائين ٿيندو تہ ڪا ناٽڪ منڊلي هئمليٽ رچائي پر انهيءَ ۾ ڊينمارڪ جي شهزادي جو ذڪر نہ هجي! جمشيد هميشہ نيڪيءَ جا ويچار رکندو هيو. هن جي دل ڪي هر درد واري داستان تي جهڪيو ايندو هو. هن شهر ۽ سنڌ جي مادي ترقيءَ سان گڏ عوام لاءِ روحاني آسودگيءَ جو سامان گڏ ڪيو. ان ڪانسواءِ هو مشڪل گهڙين ۾ پڻ انهن سان گڏ رهيو. جڏهن هو ڪراچيءَ ميونسپالٽيءَ جو پريذيڊنٽ ٿيو تہ هن شهر جي هر علائقي ۾ مئٽرنٽي هوم نهرائڻ جي ڪوشش ڪئي. هو مخصوص ٿيل جڳهن ۽ علائقن ۾ سيني سهوليتن جي هجڻ جي خلاف هيو. انهيءَ ڳالهہ تي هن جا اختلاف ليڊي ڊفرن اسپتال وارن سان ٿي پيا، جيڪا شهر جي مرڪز ۾ قائم هئي. هن جو خيال هيو تہ ننڍي ڪنڊ جي عورتن ڪي صرف ڏاڳي ڦيٽي ۽ پراڻين رسمن ڪان بچاءَ لاءِ تعليم نہ ڏيٺي آهي، پر ان سان گڏوگڏ هنن ڪي پنهنجي گهرن جي ويجهو علاج معالجي جون سهولتون بہ ڏيٺيون آهن. ڇاڪاڻ تہ هو اجا اجائي پردگي ۽ ريتن رسمن جي ڪري بنا مرد جي ٻاهر نڪرن ڪونہ ٿيون، تنهنڪري اهي ايترو مفاصلو طئي ڪري وچ شهر ۾ علاج لاءِ ڪيئن ٿيون اچي سگهن؟ هن 1928ع ۾ ميونسپالٽيءَ جي پريزيڊنٽ جي حيثيت سان سوپراج ميٽرنٽي هوم ۽ ڊسپينسريءَ جو افتتاح ڪيو. سنڌس پيءُ پاران پارسي برادري لاءِ 1927ع ۾ قائم ڪيل گل ٻائي ميٽرنٽي هوم سان تہ جمشيد ڪي خاص لڳاءُ هيو، ڇاڪاڻ تہ اهو سنڌس ماءُ جي نالي تي قائم ٿيو هيو. ان ويمہ گهر جو هو سيڪريٽري پڻ ٿي رهيو. ان ڪانسواءِ هو هيلٿ ايسوسيئيشن پاران قائم ڪيل ويم گهر جو بہ صدر رهيو.

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ڪان پوءِ جڏهن ڪراچيءَ ۾ ننڍي ڪنڊ جي ٻين شهرن وانگر وبا منهن ڪڍيو تہ هن هڪ مهذب ترين ۽ اعليٰ ڪردار ادا ڪيو هيو. انهيءَ مقصد لاءِ جيڪا تنظيم ناهي وئي هئي، هيءُ ان جو اڳواڻ هيو ۽ پنهنجي رضاڪارن سان گڏجي پنهنجي

هٿن سان مريضن ۾ دوائون ورهائيندو هيو. 1927ع ۾ سنڌ ۾ تمام گهڻي برسات پئي، جنهن سبب حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن جا ڍهه تعلقا پاڻيءَ هيٺ اچي ويا. اهڙي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ مسٽر هڊسن، ڪمشنر سنڌ، جي سربراهيءَ ۾ هڪ گڏجاڻي سڏائي وئي. انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ جمشيد سنڌ رليف فنڊ قائم ڪرڻ جي تجويز ڏني. انهيءَ نئين تنظيم جي هلائڻ جي جوابداري به جمشيد تي رکي وئي. هن اهو ڪم پنهنجي رضاڪارن جي مدد سان تمام بهتر طريقي سان سرانجام ڏنو. اهڙي طرح 1929ع واري ٻوڏ ۾ به سنڌ جي ڪمشنر هن تي جوابداري رکي ته هو ٻوڏ جي ستايلن لاءِ امدادي سامان پهچائي.

سن 1928ع ۾ جڏهن شاديءَ جي عمر مقرر ڪرڻ واري انڪوائري ڪميٽي ڪراچي آئي ته ان ڪميٽيءَ جمشيد سان ملڻ تمام ضروري سمجهيو. جمشيد انهن کي دليلن سان ٻڌايو ته، 'شاديءَ لاءِ عمر مرد جي صورت ۾ 18 سال ۽ عورت جي صورت ۾ 16 سالن کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ ٿيڻ نه گهرجي.' مسٽر بئرام ملباري، جيڪو مشهور پارسي سماجي ورڪر هيو، تنهن پنهنجي سڄي عمر هندو سماج ۾ شادي جي عمر مقرر ڪرڻ لاءِ وڙهندي گذاري هئي. چاڪاڻ ته عام طرح هندو سماج ۾ ڇوڪريءَ جي بالغ ٿيڻ کان اڳ ئي سندس شادي ڪئي ويندي آهي. اهڙا مثال پڻ ملن ٿا ته معصوم ڇوڪرين جون شاديون سٺ سالن جي پوڙهن سان ڪيون ويون آهن. جمشيد کي ننڍي ڪنڊ جي عورتن جو تمام گهڻو اونو هيو. شاديءَ جي عمر جو تعين ڪرڻ جي حوالي سان هُن دليل ڏنو ته، 'بالغ ٿيڻ کان پوءِ ضروري نه آهي ته ڇوڪري جسماني طرح به شاديءَ جي لائق سمجهي وڃي، ان ڪري اهو معيار به نيڪ نه آهي.'

19 مارچ 1933ع ۾ جڏهن نٿو رام جي قاتل، عبدالقيوم کي ڦاسي ڏني وئي هئي ته هڪ وڏو احتجاجي جلوس نڪتو هو، جنهن کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ لاءِ ملٽري گولي هلائي هئي، جنهن ۾ تقريباً 100 ماڻهو زخمي ٿي پيا هئا. جيڪڏهن جمشيد انهيءَ ڏينهن شهر ۾ هجي ها ته شايد انهيءَ واقعي کي ٽاري سگهي ها. 31 مارچ 1935ع ۾ جڏهن ڪوئيٽا ۾ زلزلو آيو ته ان 56 هزار ماڻهن کي هميشه لاءِ ننڊ

۾ سمهاري ڇڏيو. جو تہ اهو اسر ويل آيو ۽ گهٽو ڪري سڀ ماڻهو اجا ننڊ ۾ پيا هئا. بس! آباد ۽ شاداب شهر ڪن پل ۾ کنڊر بنجي ويو. انهيءَ زلزلي ۾ صرف فوجي انڪري بچي ويا جو تہ انهن زلزلي جا پهريان جهٽڪا محسوس ڪندي اڳوات بچاءُ ڪيو ۽ ٻاهر آگر ۾ ستا هئا. پوءِ تہ اهي ئي رحمت جا فرشتا بنجي مدد لاءِ آيا. هن واقعي جي خبر جيئن ئي دنيا جي ٻين شهر سان گڏ ڪراچي پهتي تہ جمشيد مانُ ڪري نہ ويٺو. هن تمام جلدي هڪ ريل گاڏي دوا درمل، نرسن، مددگارن ۽ ڪاڌي سان ڀريل ڪوئيٽا موڪلي. هن اهڙو بندوبست پڻ ڪيو جو انهن زخمين کي ڪوئيٽا ۾ فرسٽ ايڊ ملڻ کان پوءِ وري ڪراچي آندو ويندو هئو. جتي ڪين شهر جي مختلف سينٽرن ۾ علاج لاءِ رکيو ويندو هئو. هر ڏينهن ٻہ دفعا ٽرين زخمين سان ڀرجي ڪراچي ايندي هئي.

جمشيد جي مهارت ۽ نظر هر مسئلي تي هوندي هئي. اينٽربقدر جو جڏهن حڪومت 1940ع ۾ شهر ۾ فقيرن جي مسئلي لاءِ ڪميٽي ناهي تہ هن کي انهيءَ جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو.

جڏهن 8 جنوري 1942ع ۾ وائسراءِ هند جي زال ليڊي لن لٿگوءَ،مهاراج ديپ چند تيجپان داس اوجها سينٽيوريم جو افتتاح ڪيو تہ جمشيد، ايور ويدڪ تي بي رليف ايسوسيئيشن جي صدر جي حيثيت سان سينٽوريم بابت مختصر ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. هن ٻڌايو تہ، 'انهيءَ ۾ مريضن لاءِ 60 مناسب ماپ وارا ڪمرا، هڪ ڪلينڪ ليبارٽري ۽ ايڪسري پلانٽ، ڪلب ۽ لئبرري آهي.' هن وقت سينٽر ۾ 100 کان بہ وڌيڪ مريضن لاءِ سهوليتون موجود آهن ان کان سواءِ انهيءَ ۾ ڊاڪٽرن لاءِ رهائشي گهر، هينيئن اسٽاف لاءِ ڪوارٽر ۽ مريضن جي مائٽن لاءِ پڻ رهائش جو بندوبست آهي. اهو سينيٽوريم ڪراچي شهر کان ڪجهہ فاصلي تي واقع آهي.

1943ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ايور ويدڪ تي عمل ڪندڙن جي هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن جو مقصد هيو تہ ڪيئنسر جهڙي خطرناڪ مرض کان بچاءَ جون تدبيرون ۽ علاج ڳولڻ هيو. جمشيد جي انهيءَ ريسرچ ۾ خاص دلچسپي هئي، ڇوتہ سندس امڙ هن جي سامهون

درد ۽ تڪليف سبب ڏهاڙي هڪ هڪ انچ موت طرف وڌي رهي هئي.

ڪئنسر جي علاج ۾ ته اولهه جا ملڪ به ڪامياب نه ٿيا هئا، پر پوءِ به انهيءَ تي تحقيق ڪرڻ چڻ ته ٻڏندڙ کي ٻوڙن جو ٿي سهي پر سهارو ضرور هيو. انهيءَ تحقيقي ڪم کي اڳتي وڌائڻ لاءِ جمشيد ڪجهه هزار روپيا مدد ڏني هئي. ٽي. بي. ۽ ڪئنسر کان پوءِ جنهن بي بيماريءَ جمشيد جو وڌيڪ ڌيان ۽ وقت سيڙايو، اهو ڪوڙهه جو مرض هيو. جمشيد 25 سالن کان هيرانند ڪوڙهه اسپتال جو وائيس چيئرمين رهندو آيو هو. جڏهن مرڪزي حڪومت طرفان قائم ڪيل هيلٿ سروي ۽ ڊولپمينٽ ڪميٽيءَ جي گروپ ٻيءَ جي ميمبرن ڊاڪٽر بيپن چندرا راءِ جي سربراهيءَ ۾ ڪراچيءَ جو دورو مئي 1944ع ۾ ڪيو ته جمشيد ۽ هيرانند ڪوڙهه اسپتال جي سيڪريٽريءَ انهي ڪاميٽيءَ سان ملاقات ڪري هڪ ياداشت نامو پيش ڪيو، جنهن ۾ هنن هيرانند ڪوڙهه اسپتال جي سرگرمين کان علاوه شهر ۾ ڪوڙهه جي صورتحال ۽ امڪاني خطري کان آگاهه ڪيو ۽ عملي صلاحون پڻ ڏنيون، جنهن ۾ هنن ٻڌايو ته، ’شهر ۾ ڪوڙهه جا مريض نندي ڪنڌ جي ٻين رياستن کان، خاص ڪري مدراس ۽ ملبار واري سامونڊي پٽيءَ کان اچن ٿا.‘ انهيءَ ياداشت نامي ۾ اهو پڻ ٻڌايو ويو ته، ’اڄ کان 25 سال اڳ، سنڌ ڪوڙهه جي بيماريءَ کان آجي هئي، پر هاڻي تمام جلدي هن خطي جي حالت به نندي ڪنڌ جي ٻين رياستن جهڙي ٿي وينديا. ڪوڙهه جو مسئلو مرڪزي ۽ نندي ڪنڌ سطح جو ٿي ويو آهي، تنهن ڪري هر رياست پنهنجن ڪوڙهه جي مريضن کي پنهنجي ئي رياستي حدن ۾ رکي علاج جون سهوليتون ڏئي. جيڪڏهن ڪي مريض هڪ رياست کان ٻي رياست وڃن ٿا ته اها رياست جنهن جا انهن مريضن کي ڊوميسائيل آهي، ٻي رياست کي انهن مريضن جي رکڻ، سنڀالڻ ۽ علاج لاءِ خرچ پڪو ڏئي.

شهر ۾ اهڙو ڪو به ادارو نه هيو، جنهن سان جمشيد ڪنهن نه ڪنهن حوالي سان گڏ نه هجي. هو غريب مريضن جي سوسائٽيءَ جو صدر، ڪراچي هيلٿ سوسائٽيءَ جو چيئرمين، انڌن جي اسڪول جو

سيڪريٽري ۽ بومن شا منوهومجي پارسي ميڊيڪل رليف ايسوسيئيشن جو خزانچي بہ هيو. هن ڪڏهن بہ عهدي جي خواهش نہ ڪئي، پر هن هر انهيءَ عهدي کي قبول ڪيو، جتي هن سمجهيو پئي تہ هو ڪارگر ٿيندو.

حقيقت ۾ شهر جي هر اداري هن طرف تعاون ۽ سهڪار لاءِ واجهايو پئي. ڇو تہ تنظيمي صلاحيتن ۽ بي لوثيءَ سان ڪم ڪرڻ جي ڪري، هن جو ڪو بہ ثاني ڪونہ هيو. هن کي ڪم ڪرڻ جي وڏي سگهہ عطا ٿيل هئي هو هر روز هڪ مذهبي عمل وانگر اسپتالن ۾ وڃي مريضن جي عيادت ڪندو هو ۽ ڪيترائي مريض هن سان ملي پنهنجي تڪليف وساري ويهندا هئا. ان کان سواءِ هو حڪومت طرفان قائم ڪيل جيل وزيٽنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر پڻ هيو. هن سان ڪچهريون ڪري ڪيترن ئي ڏوهارين ۽ گناه گارن نئين زندگيءَ جي شروعات ڪئي. هن هيومنٽيرين ليگ جي صدر جي حيثيت سان انساني قدرن نظرين ۽ سوچن کي تقويت ۽ ڦهلاءُ ڏنو. خاص ڪري جانورن جي ذبح بابت خاص سرگرمي ڏيکاري. جمشيد هڪ ئي وقت انسانن، پکين ۽ جانورن کي پيار ڪندڙ هيو. هن پنهنجي طبيعت کي اهڙي تہ نموني ناهيو هيو، جو هو فطرت جي لامحدود مظهرن سان سهڪاري ٿي پيو هيو. هن جو خيال هيو تہ مالڪ هر مظهر ۾ موجود آهي. هي سڄي تخليق هڪ يونٽ جيان آهي ۽ مالڪ جي مرضيءَ سان مختلف رخن ۽ رستن تي هلي رهي آهي.

جڏهن هي ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر هيو تہ هن پکين تي ظلم خلاف هڪ بل پيش ڪيو، جيڪو هن ريت آهي، 'اهو چڱي طرح ڏنو ويو آهي، تہ نوجوانن سان گڏ وڏن ۾ بہ اها عادت موجود آهي تہ ايئرگن ۽ گليلن سان پکين کي نشانا چٽي مارين ٿا ۽ هو انهيءَ کي سندن نشاني سڌارڻ جي مشق چون ٿا ۽ وساري ٿا ويهن تہ پکي تہ فطرت طرفان مقرر ڪيل موسيقار آهن، جيڪي اسان کي ٻوليون ٻولي راڳ ڳائي خوش رکن ٿا. اُنڪري تهذيب ۽ انسانيت جي گهر آهي تہ انهن بي سمجهن کي راند جو سامان نہ بڻايو وڃي. ان بنياد تي مان هي بل پيش ڪيان ٿو.'



’جيڪڏهن ڪو عظيم خدا وجود رکي ٿو ته اهو توهان جي دل ڪانسواءِ ٻيو ڪٿي ٿي سگهي ٿو ... هن جي منڊليءَ ۾ ڪنهن لاءِ به مخصوص ٿيل سيٽون يا طبقا ڪونهن ... عقيدت جا سپ نظريا يا ادارن جا سپ قانون، هڪ گرم جوش ۽ سچي دل جي سامهون ڪجهه به ناهن.‘

جمشيد مهتا

جمشيد هڪ آئيڊيل ٿياسافسٽ هيو. هو ٿياسافيءَ جي انهن ميمبرن مان هڪ هيو، جن وفاداري ۽ ايمانداريءَ سان ٿياسافيءَ جا پيار، فرض، خدمت ۽ قرباني بابت ويچار قبول ڪيا ۽ ٻين تائين پڻ پهچايا. هڪ ٿياسافسٽ اهو ٻه آهي، جنهن جو هٿ ڪشادو هجي. جمشيد انهيءَ ڳالهه ۾ سڀني کان اڳيرو هيو. هن نه صرف پئسو ڏنو پر هر شئي ٻين کي آڇڻ ۾ اڳيان هيو.

ٿيا سافيءَ جي تحريڪ، ڪنهن شهر يا صوبي تائين محدود نه آهي، پر اها دنيا سطح جي تحريڪ آهي، جيڪا ڏينهون ڏينهن وڌي رهي آهي. انهيءَ جو هيڊڪوارٽر نندي ڪنڊ جي خوبصورت شهر اڏيار ۾ آهي. روس سان تعلق رکندڙ مئڊم بلاوسٽيڪي، جيڪا هڪ مسٽڪ جينئس هئي، تنهن ماسٽرس جي مدد سان هن سوسائٽيءَ جو بنياد وڌو. ڪرنل الڪوٽ ۽ ڊاڪٽر اينِي بسنت انهيءَ تحريڪ جي پيءُ ۽ ماءُ جو ڪردار ادا ڪيو ته انهيءَ جي واڌ ويجهه جي ذميواري وري بشپ ليڊ بيٽر ڪنئي. اهي ئي چار ٿنڀا آهن، جن جي ڪوشش سان دنيا ۾ خاص طرح انڊيا ۾ اها تحريڪ وڌي.

جڏهن 1917ع ۾ ڊاڪٽر اينِي بيسنٽ، هوم رول تحريڪ جي حوالي سان ڪراچيءَ آئي ته جمشيد هن جي خاص پوئلڳن مان هيو. هو هن جي سڀني خيالن ۽ سياسي ويچارن سان سهمت ٿيو. ڪيڏو نه عجب هيو ته نندي ڪنڊ جي رواجي ڊريس ۾ ملبوس، برف جهڙن اڇن وارن واري هڪ عمر رسيده عورت، ملڪ جي سياسي آزادي جهڙا نوجوان انقلابي خواب ڏسي رهي هئي. هن نندي ڪنڊ کي پنهنجو وطن قبول ڪيو ۽ انهيءَ کي سياسي غلاميءَ جي ٻنڌڻ مان آزاد ڏسڻ پئي چاهيو. هن جي سحرانگيز ۽ جادوئي آواز جو اثر انهن سڀني تي ٿيو، جن هن جا ليڪچر ٻڌا. انڪان پوءِ هن سياست سان گڏوگڏ تعليم تي ٻه ڪم شروع ڪيو. 1917ع ۾ جمشيد

ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو صوبائي سيڪريٽري ۽ سنڌ ۽ بلوچستان لاءِ آرڊر آف اسٽار آف ايسٽ هيو.

اڳتي هلي سوسائٽي فار پروموشن آف نيشنل ايڊيوڪيشن جو بنياد وڌو ويو، جمشيد کي انهيءَ سوسائٽيءَ ۾ به اهم ذميواري هئي. ان سوسائٽيءَ جي ماتحتيءَ ۾ جمشيد ۽ مسٽر پرگڙي جي ڪوشش سان حيدرآباد ۾ نيشنل ڪاليج شروع ٿيو. انهي اداري جي پرورش به جمشيد ۽ مسٽر پرگڙي گڏجي ڪئي. انهيءَ ڪاليج کي برپا ڪرڻ واري فنڊ ۾ جمشيد 60 هزار روپيا ڏنا هئا، پر اها ته اجان گهٽن کي خبر نه آهي ته پوءِ به هن ڪيترائي پئسا خرچ ڪيا هئا. جمشيد ۽ پرگڙي عظيم دوست هيا. جڏهن پرگڙي حيدرآباد ۾ بيمار هيو ته جمشيد هر روز ڪم ڪار ڪان واندو ٿي اڌ رات جو ساٽس ملڻ لاءِ حيدرآباد ويندو هو ۽ فجر جو وري پنهنجي ڪراچي واري جوابداري نڀائڻ لاءِ ڪراچي واپس ٿيندو هو. مسٽر پرگڙي هڪ صوفي هيو. هو حافظ، رومي ۽ لطيف جو طالب هيو. هن هڪ ڏينهن جمشيد کي چيو، ’توهان ٿياسافسٽ جن ماسٽرس ۾ يقين رکو ٿا، تن کي مان پنهنجي تصور ۾ ڏسان ٿو ۽ هر وقت پنهنجي اڳيان موجود سمجهان ٿو.‘ صوفي ازم هڪ مسٽسزم آهي ۽ ٿياسافي هڪ الهامي ڏاهپ. اهي ٻئي هڪٻئي سان لاڳاپيل به آهن ۽ انهن مان هر هڪ سهپ جي تاڪيد ڪري ٿو ۽ سچ جو ڳولائو آهي سچ خدا آهي ۽ خدائي حقيقت پڻ آهي.

ٿياسافيڪل سوسائٽين جي ڪن لاجن کي پنهنجا سرڪل به آهن، جن ۾ روحاني طرح اڳتي وڌيل ميمبر ٻين ميمبرن سان گفتگو ڪندا آهن ۽ ڪين ليڪچر ڏيندا آهن. ڪيترن ئي سالن تائين جمشيد ڪراچي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ وڏي پاءَ جي حيثيت سان ليڪچر ڏيندو رهيو. جمشيد مسٽڪ ڪان به متاثهون آهي. ڪيترن ئي موقعن تي اسان ڏٺو آهي ته لفظ سنڌس زبان مان ائين نڪرندا هئا، جڻ ته

ڪا الهامي طاقت هن ڪان تز ۽ چٽا لفظ ڳالهرائي رهي هجي.

1944ع ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جي ٿياسافيڪل فيڊريشن جو گڏيل اجلاس ڪراچيءَ ۾ ٿيو. ان تقريب جو افتتاحي ليڪچر ڊاڪٽر ڪنگا، جمشيد جي صدارت هيٺ ڏنو. جمشيد اهڙي تہ شاندار صدارتي تقرير ڪئي، جو ٻڌندڙ حيران ٿي ويا. ايئن پئي لڳو تہ جمشيد نہ پر ڪا ٻي طاقت پئي ڳالهائي. ليڊ بيٽر پنهنجي ڪتاب ’دي ماسٽرس اينڊ پاٿ‘ ۾ اهڙي صورتحال جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي: ’مالڪ شاگرد جي جسم ۾ عارضي طرح رهندي، هن کي هڪ اعليٰ روحاني سطح تائين پهچائي ٿو. هوشاگرد کي هڪ وسيلو سمجهي ٿو. جڏهن هن کي ضرورت پوي ٿي تہ مالڪ پنهنجو اظهار شاگرد جي هر عمل مان ڪري ٿو. جڏهن اهو ڪجهہ ڪري بس ڪري ٿو تہ هو شاگرد جي جسم مان ٻاهر اچي ٿو. شاگرد انهيءَ رحمت جي عمل کي جاري رکندو اچي ٿو ۽ اهڙي طرح هو دنيا کي مدد ڪري ٿو.‘ [صفحو 50].

انهيءَ ڪري ايئن سوچڻ ۾ غلطي جي ڪابہ گنجائش ڪونهي تہ جمشيد جي جسم ۾ مالڪ اچي واسو ڪيو ۽ هن واتان اهو ڪجهہ چورايائين جيڪو هن پاڻ چوڻ پئي چاهيو.

اسان کي ڪائنات جي ڳجهہ جي تہ خبر نہ آهي، پر اها پڪ اٿئون تہ جمشيد روحانيت جي اعليٰ درجي تي پهتل هئو. مشڪلاتن ۽ تڪليف جي وقت هن جي مالڪ سدائين هن جي مدد ڪئي. پنهنجي مالڪ سان ڳانڍاپي جي ڪري هو روحاني طرح آسودو هيو. مالڪ بہ اُنهن کي مليو، جن گوشت پوست کي ڇڏي روحاني راهہ ورتي ۽ پوءِ ئي هو اڻ ڏٺل مالڪ سان مليا. جنهن وري سندن وسيلي دنيا کي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جمشيد هڪ ٿياسافسٽ مستڪ آهي. هو ڪائنات جي وحدت ۾ پڪو يقين رکندڙ هيو. ’هر تبديل ٿيندڙ حيات ۾ نہ تبديل ٿيندڙ مظهر هجي ٿو ۽ هر جدا نظر

ايندڙ لقاءَ ۾ هيڪڙائي جو عنصر.' [ڀڳونت گيتا]

اهو محسوس ڪندي تہ هر شيءِ ۾ خدا موجود آهي ۽ انهن جو ڏار هجڻ ممڪن ڪونهي، هو وڻن تي ٻوليندڙ جانورن، ميدانن ۾ راند ڪيڏيندڙ ٻارن، جهنگ ۾ ڊڪندڙ هرڻ ۽ چار ۾ ڦاسندڙ مڇين، سڀني کي پيار ڪندڙ آهي. درويش ۽ گناهہ گار ٻئي هن لاءِ هڪ جهڙا آهن. ڇا اهي ٻئي هڪ ڏار نہ ٿيندڙ جو حصو نہ آهن؟

جمشيد جي تقرير جا مکيہ نقطا هن ريت هئا. 'اهو ئي تہ سبب آهي جو هو گناهہ گار کي موقعو ٿو ڏئي تہ هو پاڻ ۾ سڌارو آڻي ۽ خدا جي واٽ وٺي. مالڪ جي نظر بظاهر وجود کان متانهين آهي.'

جمشيد هڪ سگهاري ذات جو مالڪ هيو. زندگي هن لاءِ مذهب ۽ شاعريءَ جو مُرڪب هئي. هن جي سچي زندگي وطن سان عشق، بي غرض دوستي، پنهنجو پاڻ ارپڻ، اڻ ميي پيار ۽ اعليٰ مذهبي خوشبوءَ جو نالو آهي. جڏهن اسين جمشيد کي ڏسون ٿا تہ سندس شخصيت ۾ موجوده اهي سڀ خاصيتون ڪيس روشن ستارو بنائي چمڪائين ٿيون ۽ هن بہ انهن جي پاس خاطري ڪري هڪ سچي ٿياسافسٽ واري زندگي گذاري. جيڪڏهن ٿياسافي سڀني مذهبن جو عرق آهي تہ انهيءَ جو اظهار جمشيد جي ذات کان وڌيڪ ٻيو نہ ٿيندو. هن سڀ مذهب ۽ طريقا دل سان پڙهيا ۽ سڀني کي دل جي سچائيءَ سان رنگ، ذات ۽ منزل مقصود کان بي نياز ٿي عزت ڏنائين.

ٽئگور چيو آهي، 'جن پنهنجي زندگي سچ سان گذاري، تن چڻ سچي دنيا جون زندگيون ماڻيون.' جمشيد جي زندگي ڪائناتي شعور جو مظهر هئي، جيڪا سچ ۽ روح جي نالي ۾ خدا کي اپيل هئي. اسين سڀ مڃون ٿا تہ هن کي اعليٰ روحاني طاقت نصيب هئي پر هن ڪڏهن بہ اُن کي سوامي وويڪ آنند وانگر استعمال نہ ڪيو.

هن کي شفا ڏيڻ جي قوت هئي ۽ هو ڪيترن لاءِ شفا جو وسيلو بہ بڻيو. جڏهن هو سڄي ڪم ڪار کان پوءِ بستري تي سمهي ٿو تہ هن کي ڏور ڪنهن اڻ ڏٺل ديس تان جهيڻي موسيقيءَ جا آواز ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. اهي آواز ڪيس انهيءَ ڳالهہ جي يادگيري ڏيارن ٿا تہ هو پاڻ کي جوابداريءَ کان آجو نہ سمجهي. جمشيد پنهنجي بيواهہ ڀيڻ سان گڏ رهيو، جنهن کي هڪ بيمار ذي هئي. ان لاءِ هو ڪيترين ئي راتيون جاڳندو رهيو. جوابداريءَ ۽ فرض جا ساز سندس ڪنن ۾ وڄندا رهيا ۽ هو بہ اورچائيءَ سان پنهنجو فرض نڀائيندو رهيو.



'فوجون جاگرافيائي سرحدن تي جنگ جوٽينديون آهن. جڏهن ته سماجي خدمتگار انساني قدرن جي تحفظ لاءِ سماجي سرحدن تي ويڙهاند ڪندا آهن. انساني قدرن جي حفاظت ڪانسواءِ زندگي، گهارڻ جي قابل نٿي هجي.'

جمشيد مهتا

هڪ فرد جي حيثيت سان جمشيد پارسي برادريءَ لاءِ عظيم خدمتون سرانجام ڏنيون. هو نہ صرف پارسي انجمن فنڊس جو ٽرسٽي هيو پر اُنهيءَ کان وڌيڪ هن جو ٽرسٽ جي بورڊ ميمبرن سان هر وقت ساٿ رهندو هو. اهو هن جي ڪوشش جو نتيجو هيو، جو ماما پارسي گرلز اسڪول وجود ۾ آيو. اهو اسڪول شهر جي هڪ خوبصورت عمارت ۾ قائم آهي، جتي جديد بنيادن تي تعليم ڏني وڃي ٿي. شروع کان ئي ان اسڪول جو سيڪريٽري اڳوڻو ايڊيشنل انسپيڪٽر ۽ ڪانٽريڪٽر خان بهادر شيرار جي. ڊي. رهيو.

جمشيد جي رهبري ۽ محنت جي ڪري پارسي پنچائت جديد بنيادن تي غريب پارسين لاءِ رهائشي گهر ٺهرايا. ايڊل ڊنشا پارسي پنچائت کان هٽي ڪري بہ غريبن لاءِ گهر ٺهرايا. ان سلسلي ۾ هڪ ڳالهہ ياد رهي تہ هن جي انهيءَ عمل پويان بہ جمشيد جي ڪوشش ڪار فرما هئي.

جمشيد جي پنهنجي برادريءَ جي سڀ کان وڏي خدمت اها آهي تہ ڊاڪٽر ايم.اين. ڍالا، جيڪو هڪ عالم، مقرر ۽ پارسي برادريءَ جو دستور بہ هيو، هن انهيءَ سان گڏجي پارسي مذهب ۾ سڌارا آندا، خاص ڪري گڏيل دعائن ۽ عبادتن کي ٻيهر شروع ڪيو ويو. هن پنهنجي برادريءَ تي واضح ڪيو تہ پارسي مذهب رسمن جو نہ پر سٺين سوچن، شبدن ۽ عملن جو مذهب آهي. هن پنهنجن همر مذهبن کي سڌاريو ۽ سمجهايو تہ هو ڏيکاءَ خاطر رسمن ۽ مسئلن تي اجايو خرچ نہ ڪن.

جڏهن نوجوان پارسي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ نچڻ جي روايت عام ٿي رهي هئي تہ جمشيد جي چوڻ تي هنن اها گهٽائي ڇڏي. اڄ بہ اها مغربي برائي پنهنجي سماجي خطرن سان موجود آهي. هن جي ڪميونٽيءَ جو ڪوبہ اهڙو ادارو نہ آهي، جنهن جي ڪنهن نہ ڪنهن طرح هن مدد يا رهبري نہ ڪئي هجي. 25 مارچ 1923ع ۾ جڏهن هو ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو صدر ٿيو تہ ڪميونٽيءَ هن جي مان ۾ هڪ آجياڻو ڏنو ۽ تعريفي تقريرون ڪيون. پر هو تعريف کان بالاتر هيو.



'هر گلاب، جنهن کي چيپاٽيو ٿا، اهو توهان لاءِ صليب ٿيو پوي ۽ هر صليب جنهن کي برداشت ڪيو ٿا، توهان لاءِ گلاب ٿيو پوي .... جيڪڏهن دماغ جسم جو درد برداشت ڪري سگهي ٿو ته پوءِ سمجهو ته درد آهي ئي ڪونه ... جسم ته انساني وجود جو ننڍڙو جزو آهي.'

جمشيد مهتا

جنوري 1927ع تي ڪراچي ۾ ٿيل پهرين لوڪل باڊيز ڪانفرنس جي ڪاميابيءَ جو سهرو به هن جي سر تي آهي. رائو بهادر اي.ڪي پائيءَ کي انهيءَ ڪانفرنس جو صدر چونڊيو ويو هو. جمشيد انهيءَ ڪانفرنس جي وفدن کي ڀليڪار ڪندي چيو ته، 'مان خدا جي نالي سان، اُها اُميد ڪندي پنهنجي ڳالهه شروع ڪريان ٿو ته اسين سڀ انهن نقطن تي ضرور پهچنداسين، جن تي عمل ڪرڻ ۾ هڪٻئي سان سهڪار ڪرڻ سان اسان جي سنڌ کي فائدو رسندو. ڪالهه مونکي ائين پئي لڳو ڄڻ ته اسان سڀ هڪ خاندان آهيون. منهنجو مقصد هي آهي ته اسان سنڌ جي سيني لوڪل باڊيز وارن جا لڳ لاڳاپا هڪ ٻئي سان هڪ خاندان جهڙا هجن ۽ اميد آهي ته ٻين لوڪل باڊيز سان به اسان دلي لاڳاپا قائم ڪنداسين. ڪانفرنس جي خاتمي تي رائو بهادر اي.ڪي. پائي پنهنجي تقرير ۾ جمشيد کي داد ڏيندي چيو ته، 'هن پنهنجي 56 سالن جي تجربي ۾ جمشيد جهڙو پاڻ ارپيندڙ ماڻهو نه ڏٺو. هن چيو ته ڪراچي شهر ۽ سنڌ خوشنصيب آهن، جو کين جمشيد جهڙو اعليٰ انسان مليو آهي.'

جمشيد کي اسڪائوٽ ۽ گرلس گائيڊ تحريڪن ۾ پڻ خاص دلچسپي هئي. جڏهن 12 نومبر 1927ع تي وائسراءِ هند لارڊ آرون ڪراچيءَ جو دورو ڪيو ته هن اُن لاءِ جلسا ڪرايا ۽ ڀليڪار جي جشن جو انتظام ڪيو. جمشيد هر ڪنهن سان گڏ هلي سگهندڙ، ٻارن ۽ گلن کي پيار ڪندڙ ۽ کين هن ڌرتيءَ تي خدا جي سڀ کان پياري تخليق سمجهندو هيو.

جمشيد ايمپائر ڊي تي اسڪائوٽس ۽ گرلس گائيڊ جي جشن ۾ برطانيا سلطنت جي واڌ ويجهه ۽ ترقيءَ لاءِ تقريرون ڪندو هيو.

سن 1924ع ۾ جڏهن اليڪٽرڪ سپلائي ڪارپوريشن قائم ڪئي وئي ته بجليءَ جو اگهه ڇهه آنا في يونٽ مقرر ڪيو ويو. 1926ع ۾ ڪارپوريشن ڪوشش ڪئي ته انهيءَ کي وڌائي ساڍا ست آنا ڪجي ته سڄي ڪراچيءَ جو عوام اُنهيءَ واڌ خلاف اُٿي کڙو ٿيو

هو، ڇاڪاڻ تہ ڪراچيءَ وارا اڳ ئي ڳرا ٽئڪس ڏئي رهيا هئا. ڪارپوريشن پنهنجي ڪمائيءَ جو گهڻو حصو، پنهنجي يورپي ملازمن جي پگهارن تي خرچ ڪندي هئي. جڏهن جانچ ڪئي ويئي تہ انڊيا جي ٻين رياستن ۾ بجليءَ جو اگهہ تمام گهٽ هيو. ان ڪري ڪارپوريشن تي زور رکيو ويو تہ اها عوام تي بوجهہ وجهڻ بجاءِ آمدني ۽ خرچ ۾ توازن قائم ڪري، پر ڳالهہ ٻنهي طرفن ڪان زور ورتي ويئي. اينتريقدر جو ڪارپوريشن جي ڊائريڪٽوريٽ جي چيئرمين سر مونٽئگو ڊي.بي. عوامي احتجاج کي ٻڌڻ کان ئي انڪار ڪري ڇڏيو. انهيءَ معاملي تي جمشيد ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي اڳوڻي پريزيڊنٽ جي حيثيت سان عوامي احتجاج ۾ اچي شامل ٿيو.

مسٽر وشنداس تہ عوام کي انهي ڳالهہ لاءِ تيار ڪرڻ لڳو تہ ڪارپوريشن کي مڪمل هندستاني ڪيو وڃي. اها ڳالهہ بہ رڪارڊ تي رهي تہ انهيءَ عوامي احتجاج ۾ وشنداس سان جمشيد کان سواءِ مسٽر فقير جي ڪو واسجي پڻ هيو. اليڪٽرڪ ڪارپوريشن پنهنجا سمورا حربا استعمال ڪيا پر آخرڪار ان کي حق، سچ ۽ عوام آڏو جهڪڻو پيو.

جمشيد ايرو ڪلب جو چيئرمين پڻ هيو ۽ هوائي سفر جي واڌاري لاءِ هن ڪيترين ئي خدمتون سرانجام ڏنيون. اپريل 1929ع ۾، جڏهن، ڪراچي ۽ يورپ وچ ۾ پهرين هوائي سروس شروع ٿي تہ هن پريس کي انٽرويو ڏيندي چيو تہ، 'هن سروس کي ڪمرشل بنيادن تي هلايو وڃي. هن وڌيڪ چيو تہ ڪراچي ۽ يورپي شهرن وچ ۾ سڌي ميل سروس شروع ٿيڻ جي ڪري انڊيا ۽ يورپ، ٻئي خوشحال ٿيندا. انهيءَ جي ڪاميابي تڏهن ٿيندي، جڏهن اها ڪمرشل بنيادن تي هلندي. مان نٿو سمجهان تہ مستقبل ۾ اهو حڪومت جو ڪاتو هوندو. حڪومت کي ڪنهن حد تائين ڪجهہ سالن لاءِ انهيءَ جي مدد ڪرڻ گهرجي، پر ان جو بار گهڻو وقت عام ٽئڪس ڏيندڙ تي وجهڻ نہ گهرجي. جيڪي انهيءَ سروس مان فائدو وٺڻ لاءِ تيار آهن، سي ئي ان جو مالي بار کڻڻ لاءِ بہ تيار ٿين، تڏهن هي سروس ڪامياب ٿي سگهندي. ڪميونيڪيشن جي ڪري ٻہ ملڪ هڪٻئي جي ويجهو ٿين ٿا. ان ڪري مان سمجهان ٿو تہ خوشي،

ٻڌيءَ ۽ تعاون وڌندو. مان ڪنهن ٻي ڳالهہ لاءِ سوچي بہ نٿو سگهان.‘

’جمشيد هڪ ڪائناتي تصور ۽ ويچارن وارو ماڻهوءَ هيو. هن ڪڏهن بہ برادريءَ جي دائرن ۾ نہ سوچيو. البت ائين ضرور هئو تہ جڏهن هو ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو صدر ۽ ڪارپوريشن جو ميئر هيو تہ پارسي ڪميونٽيءَ جي مفادن کي نقصان نہ پهتو. هن جي دور ۾ مسٽر جهانگير سيٺنا ايگزيڪيٽو انجنيئر جي پوسٽ لاءِ درخواست ڏني هئي. جونہ ڪاميٽيءَ انهيءَ کي بهترين اميدوار قرار ڏنو پر جمشيد هن جي لاءِ ووٽ نہ ڏنو، ڇاڪاڻ تہ مسٽر جهانگير سيٺنا هن جو سؤٽ هو ۽ جمشيد انهيءَ الزام کان بچڻ پيو چاهي تہ متان ڪو ائين چئي تہ هو پنهنجن مائٽن کي نوازي رهيو آهي.

جمشيد گجراتيءَ جو سٺو ليکڪ ۽ مقرر پڻ هيو. هن ڪراچي، بمبئي ۽ انڊيا جي ٻين شهرن جي سوين اسٽيجن تان ڳالهايو هوندو. ان ڪانسواءِ هو ماهوار رسالن ۽ اخبارن لاءِ پڻ لکندو رهندو هيو. خاص ڪري گجراتيءَ ۾ هن جا ڪافي تعداد ۾ پڑهندڙ موجود هئا. اهو سڀڪجهہ جمشيد کان سندس اعليٰ صفتن واري طبيعت ڪرائي رهي هئي، نہ تہ اهي سڀ ڪم هڪ ماڻهوءَ جي وس کان ٻاهر هيا. جمشيد پنهنجي فطرت ۾ امن قائم ڪرائيندڙ هيو. هن جتي اهو ڪردار ادا ڪندي، ڪيترين ئي زالن ۽ مڙسن، شاگردن ۽ استادن، مالڪن ۽ مزدورن جو ناهہ ڪرائي، سندن وقت ۽ توانايون بچايون، اتي هن ڪيترائي فيصلا ڪري ڌرين کي هزارن جي نقصان کان پڻ بچايو.

جمشيد انساني فطرت جي اوڻاين کان واقف هيو. هن کي خبر هئي تہ فيصلي ۾ جيڪا ڌر سمجهندي آهي تہ کيس نقصان آهي، اُها فيصلي ڪندڙ تي رنج ٿيندي آهي. جمشيد اهي سڀ ڏوراپا وڏيءَ دل سان سنا. جڏهن بہ ڪنهن گهر يعني زال ۽ مڙس جو فيصلو هوندو هيو تہ هو ٻنهي ۾ سرچاءُ ڪرائيندو هيو. جوتہ هن جي خيال موجب، اهڙي صورتحال ۾ هو انصاف کي سرچاءُ تان قربان ڪندو هيو. انهيءَ وقت هو ڪمزور کي اهميت ڏيندو هيو ۽ طاقتور ڌر کي هيٺ لاهيندو هيو. اهڙي حالت ۾ سندس ذهني ڪيفيت کي سمجهڻ لاءِ، اسين سندس هڪ مضمون، ’امن قائم ڪرائيندڙ جي نفسيات‘ جا

ٽڪرا هت ڏئي رهيا آهيون. اهو مضمون ’روشني آٽيندڙ‘ مئگزين ۾ شايع ٿيو هيو. انهيءَ مضمون ۾ هو لکي ٿو:

’هرڪو پنهنجي سمجهه ۽ مزاج موجب ڪن حقيقتن کي رحمت ۽ ڪن شخصن کي پهتل سمجهي ٿو. پر جيئن ئي اسين انهن ڳالهين تي وڌيڪ سوچ ويچار ڪريون ٿا ته اسان کي پيغمبر جا لفظ اڳيان اچن ٿا ته، اهي ئي پهتل آهن، جن دنيا ۾ سرچاءُ ڪرايو...

’مون هميشه ڏاهپ ۽ پيار جي رهبرن طرفان ڏنل نياپن ۽ سنيهن تي ويچار ڪيو آهي. انهن پيغمبرن جا جملا زندگيءَ جي هر شعبي ۾ لاڳو ٿي سگهن ٿا. جيڪڏهن ڪٿي ٻار ٻه پاڻ ۾ جهيڙو ڪن ٿا ته انهن مان ڪي اهڙا ضرور آهن، جيڪي صلح ڪرائن ٿا. توهان خاندانن ۾ به اهڙا فرد ضرور ڏٺا هوندا، جيڪي خانداني مسئلن کي سلجهائن ٿا. اهڙي قسم جا ماڻهو توهان کي خانگي ۽ پبلڪ ڪمن ڪاربن ۾ به ملندا، جيڪي خواريون ۽ ناراضگيون پنهنجي سر تي کڻي سرچاءُ ڪرائن ٿا. جڏهن پيغمبر به اهو ٻڌائي ٿو ته امن قائم ڪرائيندڙ تي رحمت آهي ته پوءِ اهو ڪردار اسان کي زندگيءَ جي سيني شعبن ۾ لاڳو ڪرڻ گهرجي. جيئن زمين سڄ جي چوڌاري ۽ چنڊ زمين جي چوڦير گهمن ٿا، ساڳيءَ طرح چئڻ ته هڪ مقرر قانون تحت امن قائم ڪرائيندڙن تي رحمت نازل ٿيندي رهي ٿي. پيغمبر جو اهو اظهار حقيقت ۾ امن قائم ڪرائيندڙن لاءِ هڪ الهامي قوت جو سرچشمو آهن ۽ اها الهامي قوت امن قائم ڪرائيندڙن کي هر هنڌ سرخرو ۽ ڪامياب ڪندي رهي ٿي. ائين ئي هو زندگين ۾ خوشيون ۽ سچايون ورهائيندو رهي ٿو. اهو شخص ڪيترو به ڏڄڻو، ڪمزور ۽ سيڪڙات چونه هجي، اها قوت ساڻس هر هنڌ گڏ رهي ٿي.

جدوجهد ڪرڻ جو سبب قسمت ۾ نه پر عشق جي مشن مڪمل ڪرڻ واري جنون ۾ آهي. خدا جي مخلوق سان پيار ئي فرد کي محبت جو مشنري بنائي ٿو. نينهن جو ناتو پارٽي ترجيحن ۽ جذباتي سوچن کان اُتم آهي.

امن قائم ڪرائيندڙ دليل جي ڳانڍاپي ۾ يقين رکندڙ ۽ انهيءَ يقين جي ڏاڳي ۾ هر ذر کي پوئيندڙ آهي. اهو پنهنجي سيني عملن

۾ جنس، رنگ، منزل، سچ ۽ ڪوڙ ڪان بالاتر تي اڳتي وڌندو رهندو آهي ۽ ائين هو رحمتن جو مرڪز بہ بنجندو رهي ٿو. ان ڪري ئي چيو ويو آهي تہ امن ڪرائيندڙ تي رحمت آهي.'

جمشيد جي دل سدائين ماڻهن جي تڪليفن تي ڪڙهندي رهندي هئي. هو هوميوپيٿيءَ جو شاگرد پڻ هيو، جنهن جي ذريعي هن ڪيترن ئي مريضن کي شفاياب ڪيو.

ڇا جمشيد هڪ روحاني معالج هيو؟ انهيءَ سوال جي هاڪاري جواب لاءِ اسان کي گهربل مواد تہ مُيسر ڪونهي، پر ائين ضرور چئي سگهجي ٿو تہ هن جو نور سان ڀريل چهرو دردوندن لاءِ خوشيءَ، پيار، لطف ۽ بي خوديءَ جو سبب ضرور هيو. جمشيد ڏهاڙيءَ جو ڪم ڪار شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ سينٽ فرانيسس آف آسيسي جي هي دعا ضرور گهرندو هيو:

اي خدا!
مونکي امن ۽ آشتيءَ جو وسيلو بناءِ،
جت ڪينو ۽ ڪدورت آهي، اُتي پيار جي پوک جي اجازت ڏي،
جتي زيادتي ٿي آهي، اُتي معاف ڪرڻ جي سگهہ ڏي،
شڪ ۽ وسوسي بجاءِ يقين جو سهارو ڏجانءِ.
جي اونداهي واسو ڪري تہ روشنيءَ جا مينار کڙا ڪجانءِ،
جتي غم آهي، اتي خوشيءَ جا خزانہ کولجانءِ،
اي خدا!
مونکي اينتري پنهنجائپ ۽ سهائتا ڏيار جيتري جو مان لائق آهيان،
اي خدا!
مون کي سمجهہ جيان سمجهيو وڃي،
پيار جيان پيار ڪيو وڃيءِ قوت ڏي تہ ڏيڻ کي وٺڻ
۽ معافيءَ وٺڻ کي
معافي ڏيڻ سمجهان،
۽ اهو بہ سمجهاءِ تہ حقيقي حياتيءَ لاءِ
هي ڪار ساز ڇڏٿو آهي.



'هيـرو ڪڏهن بہ گندي پاڻيءَ ۾ نظر نہ ايندو. خدا بہ ڪنهن مجنهيل ذهن ۾ نہ، پر خاموش، شفاف ۽ عاشق دل ۾ نظر ايندو... توهان پنهنجي جسم کي هزارين گيلن پاڻيءَ سان ڌوئي صاف ڪيو، پر صاف ان وقت تائين نہ ٿيندؤ، جيستائين ڪنهن جا ڳوڙها نہ اگهندؤ.'

جمشيد مهتا

’شاردا‘ مئگزين ۾ جمشيد سلسلي وارا ڪيترائي مضمون لکيا. جن مان هڪ ۾ هن مايا جي موهہ بابت ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ مضمون ۾ هو لکي ٿو تہ، ’سندس هڪ دل گهريو دوست هيو. جڏهن هو جيڪب آباد ۾ ڪنهن جلسي جي صدارت ڪرڻ ويو تہ ان دوست کي ساڻ ڪري ويو، جيتوڻيڪ هن جي زال سخت بيمار هئي. واپسيءَ تي سندس دوست کي زال جي لاڏاڻي جي خبر ملي. انهي واقعي جو اثر جمشيد تي تمام گهرو پيو، ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي دوست کي جيڪب آباد هلڻ کان روڪي نہ سگهيو هيو.واقعي کان پوءِ ٻئي دوست هڪ ٻئي کي وڌيڪ ويجهو آيا. اهي ٻئي هڪ ٺاريءَ تي ٻن گلن جو ڏيک ڏيندا هئا ۽ ڏينهن ۾ چار يا پنج دفعا ضرور ملندا هئا.

هڪ ڏينهن سندس دوست کي پوسٽ جي ذريعي هڪ خط مليو. اهو خط هڪ عورت طرفان هيو، جنهن کيس شاديءَ لاءِ لکيو هيو. خط جو مواد ۽ مقصد بلڪل سادي ۽ چٽي ٻوليءَ ۾ هيو تہ، ’ اسان جي شادي 14 سال اڳ ٿي چڪي هجي ها پر اسان ٻنهي جي ستارن ۾ گهٽ وڌائيءَ جي ڪري ائين نہ ٿي سگهيو.‘

جمشيد پنهنجي دوست کي انهيءَ عورت سان شاديءَ لاءِ آماده ڪرڻ لڳو ۽ پنهنجي دوست کان پڇيو تہ ڇا هُن عورت چوڏهن سال انتظار نہ ڪيو آهي؟ ڇا ستارن نہ ملڻ واري هندو رسم جي ڪري هن ذهني عذاب نہ سنو آهي؟ جمشيد جي انهن دليلن ڪانپوءِ بہ سندس دوست شاديءَ لاءِ دل مان هٽي رهيو هو. آخرڪار ٻنهي جي شادي ٿي. ان ڪانپوءِ، سندس دوست جلدي لاڏاڻو ڪيو.

جمشيد جڏهن آخري رسمن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اُتي پهتو تہ سندس دوست جي زال ۽ سس پار ڪدي روئي رهيون هيون. جڏهن ارٿي شمشان گهاٽ ڏانهن کنيو پئي ويا تہ جمشيد انهن عورتن کي

آئت ڏيڻ لاءِ اڌ وات تان واپس موٽي آيو. جيئن ئي هو گهر ۾ اندر داخل ٿيو ته اهي ٻئي عورتون سامان ۽ ٽپڙ گڏ ڪرڻ ۾ پوريون هيون. انهن سڀ ڪٻٽ خالي ڪري پيتيون ڀريون هيون. انهن ڪوشش ڪري گهر ۾ ڪابه قيمتي شيءِ ڪانه ڇڏي. ساڳي ڏينهن مون کي نوٽيس مليو ته مان وڪيل وٽ حاضر ٿيان، ڇاڪاڻ ته وڪيل کي ديهانت ڪري ويل شخص جي وصيت پڙهي ٻڌائڻي هئي. اهو ڏسي مون کي عجب ٿيو ته اها عورت پنهنجي حصي لاءِ انتهائي سرگرم هئي. اهو سچو لقاءُ ڏسي منهنجي دل ۾ ملڪيت لاءِ تڙپ نه رهي ۽ هن مايا تي موهجڻ ڇڏي ڏنو.

جمشيد ٻين جي خدمت لاءِ صبح جو سوير اُٿندو هيو ۽ رات دير تائين ڪنهن نه ڪنهن جي مدد ڪندو رهندو هيو. اهو سڀ ڪجهه هو بنا ڪنهن لالچ، اُميد، آسري يا نالي ڪمائڻ جي شوق ۾ ڪندو هيو. جمشيد جي زندگي خدمت ۽ قربانيءَ جو مثال آهي. شري رام ڪرشنا پئرام همسا ’ڀڳتيءَ‘ تي خدا ماڻيو. جمشيد به هڪ سچو ڀڳتي هيو، هن جو اٿڻ ويهڻ ئي عبادت هيو. هن کي خدا لاءِ بي پناهه پيار هيو. هن جو مطالعو وسيع هيو. هو ڪتاب ۽ رسالا خريد ڪري، پڙهڻ ڪانپوءِ اسپتالن ۾ مريضن کي ڏياري موڪليندو هيو. سچ پڇ ته هو هڪ مفڪر هيو، جنهن پاڪ ۽ سچي زندگي گذاري. هو نفسياتي قوت جو پڻ مالڪ هيو، جنهن جو هي گهٽ استعمال ڪندو هيو. پر هي اُن وقت مَندي ڇڏيندو هيو، جنهن وقت پنهنجي مذهب زردشتيت تي ڳالهائيندو هيو ۽ سمجهائيندو هيو ته انسان کي آزادي ۽ خوشي صرف ڪم جي ذريعي ئي ملي سگهي ٿي. جنهن لاءِ هي جانڪاباد شاهه جو مثال ڏيندو هيو ته بادشاهه هوندي به هو پنهنجا پيا دنياوي فرض نڀائيندو هيو.

ڪجهه ماڻهو جمشيد جي اميريءَ جي ڪري ڪانئس پاسيرو رهندا هئا، پر انهن کي اهو معلوم نه هيو ته سندس اميري ڳجهي سخاوت جي ڪري آهستي آهستي ياڦ ٻنجي ختم ٿي رهي آهي.

انهيءَ سخاوت جو هن ڪڏهن بہ رڪارڊ نہ رکيو. هو انهيءَ چوٽيءَ تي پورو عمل ڪندڙ هيو تہ ڏيڻ وقت ڪابہ هٿ کي بہ خبر نہ پوي تہ ساڄي هٿ ڇا ڏنو ۽ ساڳي نموني ساڄو هٿ بي خبر رهي تہ ڪابي هٿ سان ڇا ورتو. جمشيد سخي دل جو مالڪ هيو، هو پنهنجي آفيس ۾ آيل ڪنهن بہ سواليءَ کي خالي واپس نہ ڪندو هيو. هن جو چوڻ هيو تہ سواليءَ جو سوال پورو ڪيو اهو نہ ڏسو تہ هو اهل آهي يا نہ.

مسٽر حاتم اي.ڪي. علويءَ واتان خبر پئي آهي تہ جمشيد جڏهن ڪراچيءَ جو ميئر هيو تہ هو هر مهيني پنهنجي سيڪريٽريءَ کي 2000 روپين جو چيڪ مٽرائڻ لاءِ ڏيندو هيو ۽ اهي پئسا غريبن ۾ بنا مذهبي تفريق جي ورهائيندو هيو. هو ڏکئي وقت ۾ هر ڪنهن جي مدد ڪندو هيو. ايتريقدر جو قيدين جي خاندانن جي بہ پوئواري ڪندو هيو. اهڙي ئي ڳالهہ مسٽر پي.ايم. آڏواڻيءَ پڻ ٻڌائي آهي تہ جڏهن هو جمشيد جو خانگي سيڪريٽري هيو تہ جمشيد پنهنجي هٿن سان ڪينرائي پئسن جا لفافا ناهي غريبن ۾ ورهائيندو هيو.

جمشيد جي دل ڪيترن ئي رازن سان ڀربل هئي، پر هن انهن تان پردو ڪٽي ڪڏهن بہ ٻئي کي پريشان نہ ڪيو.

هو پنهنجي بدناميءَ جي ڊپ جي پرواهہ بنا، ڏوهارين ۽ بدنام ماڻهن کي پنهنجي قريب رکندو هيو. ڇا حضرت عيسيٰ بہ ايئن ڏوهارين ۽ بدنام ماڻهن کي پنهنجي قريب نہ رکندو هيو؟ جمشيد لاءِ ڏوهاري يا پاڪ پوتر، لاچار يا چاڪ چوبند سڀ برابر هيا. هن لاءِ اهي سڀ خدا مثل هيا. هو چوندو هيو تہ جيڪڏهن خدا اسان ۾ آهي ۽ اسان جي معرفت ئي پنهنجو اظهار ڪري ٿو تہ پوءِ اسين سڀ برابر آهيون.

جمشيد سيني جو ڀاءُ هو. هن وٽ جيڪي ڪجهہ توانائي، علم، دولت ۽ وقت هيو، هن دنيا کي بهتر بنائڻ لاءِ خرچ ڪيو. جمشيد جا عمل ڏسي سئنٽ فرانسس آف اسيسي جي ياد اچي ٿي.

جڏهن انسان قرباني ڏيڻ لاءِ فيصلو ڪري ٿو ته پوءِ ڪنهن جو به انتظار نٿو ڪري. هن ڪي نتيجن جي به پرواهه نٿي رهي. فادر ڊئمين جڏهن ڪوڙهين جي بيڙيءَ کي هنولولو پورٽ تان ملوڪي بيٽ طرف موڪلي رهيو هيو ۽ انهن کي الوداع ڪرڻ وارو هيو ته نيڪ ان وقت ڪيس هنن سان گڏ وڃڻ جو خيال آيو. هن گهڙي ڪن لاءِ با ادب ٿي پنهنجي ڏٿيءَ کان دعا گهري ۽ بنا ثمر جي صرف هڪ وڳي ۾ ڪوڙهين واري بيڙيءَ ۾ چڙهي پيو. هن انهيءَ بيٽ ۾ ڪوڙهين لاءِ ڪالوني ناهي، سندن تيمارداري ۽ خدمت ڪئي. آخر ڪيس به ڪوڙهه ٿي پيو ۽ گذاري ويو. ڪيڏي نه قرباني آهي!

جمشيد جي زندگي قربانيءَ جو مثال ضرور آهي، پر ساڳئي وقت هڪ سوال به آهي، ته ڇا شادي ڪرڻ ڪانپوءِ به هي اهو سڀ ڪجهه ڪري سگهي ها؟ مڪمل جواب ته نٿو ڏئي سگهجي، پر ايترو ضرور چئي سگهجي ٿو ته انهيءَ راهه جو راهي پوءِ به هجي ها. شايد! خدا هن کي انهيءَ جوابداريءَ کان آزاد رکيو ته جيئن هو هن کان اهم ڪم وني سگهي.

جمشيد صبح جو سوا 6 بجي اُٿندو هيو. هن کي جاڳ ته اڳ ۾ ٿيندي هئي پر منصوبا ناهيندو هيو ته اڄ ڇا ڇا ڪرڻو آهي، ڪنهن سان اسپتال ۾ ملڻو آهي، ڪنهن ڪنهن وٽ ڪهڙي ڪهڙي ڪم لاءِ وڃڻو آهي. صبح جو ڏاڙهي لاهڻ ڪانپوءِ وهنجي سهنجي، هڪ ڪلاڪ جي عبادتن ڪانپوءِ، چانهه جو ڪوپ پي، آيل ماڻهن سان ملاقات ڪندو هيو. ملاقات ۾ هو فرق نه رکندو هيو. هن لاءِ سڀ برابر هيا. جمشيد هڪ ڏينهن پنهنجو پاڻ کي 'ائمرجنسي مئن' ڪوٺيو. واقعي هو هيو به ائين. هر ڪنهن ڪم لاءِ ماڻهو هن وٽ ويندا هئا. جمشيد جي سڀ کان سني ڳالهه اها هئي ته هن وٽ 'نه' بنهه ڪونه هئي.

هن جو هر منٽ ۽ هر پل عوام جي ڀلائيءَ لاءِ هيو. هو گڏجاڻيون، تيمارداري ۽ ليڪچر وغيره ڏيندو رهندو هيو. اهم ڳالهه

اها تہ اهو سڀ ڪجهہ چن جي تڪليف باوجود ڪندو رهندو هيو. هڪ دوست ٻڌائي ٿو تہ جيئن ئي 9 بجي ڌاري ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي گڏجاڻي ختم ٿي تہ جمشيد کي چن جي سور جي شديد تڪليف ٿي پئي. هو بگي گهرائي اسپتال پهتو ۽ پنهنجي سماجي پوزيشن جو فائدو وٺڻ بجاءِ، سڌو جنرل وارڊ ۾ ويو، جتي هڪ پناڻ جو نشي جي بغير آپريشن ڪيو پئي ويو. پناڻ خاموشيءَ سان الله، الله چئي رهيو هيو. جمشيد هن جي پرسان ويهي رهيو ۽ هن کان پنهنجو درد وسري ويو. هو سڄي رات پناڻ سان گڏ رهيو. فجر جو هن کي محسوس ٿيو تہ هن جو سور صفا ختم ٿي ويو آهي. پناڻ جو درد ڏسندي ۽ محسوس ڪندي هو پاڻ بہ درد کان آزاد ٿي ويو.

جمشيد سان ملاقاتون ۽ رهاڻيون منهنجي زندگيءَ جو سڀ کان اُتم سرمايو آهن. هن سان گڏ ڪم ڪرڻ زندگيءَ جو لطيف ۽ عظيم تجربو هيو. هن سان پيار ڪرڻ ۽ ڪيس مڃتا ڏيڻ بہ ائين آهي جڻ ماڻهو پنهنجو پاڻ مڪمل ٿي رهيو آهي. ان کان وڌيڪ ٻيو ڇا گهرجي! هڪ اهڙي ماڻهو بابت لکڻ تمام ڏکيو آهي، جنهن سان توهان زندگيءَ جا 20 سال گذاريا هجن. ان کان بہ وڌيڪ ڏکيائي اها آهي تہ توهان ويهي سندس زندگيءَ جي چند ڇاڻ ڪريو، جنهن جي زندگيءَ جا سوين اُجرا رخ هجن ۽ انهيءَ جا شفيق ڪرتا، ڪيترن کي ئي فيضياب ڪري چڪا هجن. جمشيد جي ذات، ڪم ۽ سپني لاءِ سنو سوچڻ واري فطرت کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ اسين ڏسون تہ اهو سڀ ڪجهہ ڪانئس ڪهڙي قوت ڪرائي رهي هئي. اهو هو پيار، جنهن کي جيڪڏهن جمشيد جو ٻيو نالو ڏبو تہ ڪو وڌاءُ ڪونہ ٿيندو. جمشيد لاءِ پيار ايمان جو جزو هيو. هو پيار کي زندگيءَ جو مشن سمجهندو هيو. هن جي ڪوشش هئي تہ مڪمل پيار ماڻجي، جيڪو ذاتيات کان مٿي ۽ گهرو هجي ۽ جنهن لاءِ زندگي گهوري سگهجي. هن ئي تہ اسان کي سيکاريو تہ پيار هڪ خاصيت جو نہ پر

پاڪائي ۽ مڪمل ھجڻ جو نالو آھي ۽ صرف پيار ڪندڙ ئي خدمت ڪري سگھي ٿو. گوتم ٻڌ اسان کي صديون اڳ ٻڌايو تہ پيار ذھن کي آزاد ٿو ڪري، جمشيد کي پيار خود انسان جي ناھيل معيارن- سٺو خراب، امير غريب، معذرو چڱو ڀلو، خوبصورت بدصورت- جي دائرن مان آزاد ڪيو. ھاڻي ھن جي اڳيان مرد عورت، ٻار، ٻڍو، غريب، شاھوڪار، پيروسي جوڳا، دوکي باز، پرھيزگار، گناہ گار ۽ وڻ ٻوٽا سڀ ھڪ ھيا. جڻ تہ اھي ڪنھن لڙھي ۾ پوپيل موتي ھجن. ھن وٽ ڏھاڙي ماڻھو پنھنجي ڪم ڪار لاءِ ايندا ھئا ۽ ھن لاءِ ھر فرد جڻ تہ لڙھيءَ ۾ ھڪ موتيءَ جو اضافو ھيو. جمشيد انھيءَ پيار جو اظھار مختلف ذريعن سان ڪندو ھو. ھن جو پيار ۾ ڪنيل ھر قدم سچ ۽ مڪمل ھجڻ جي شاھدي ھئي. ھن جي سگھہ ۽ سرگرمي ڏسي ماڻھن کي عجب لڳندو ھيو تہ ھن اينتري توانائي ڪٿان آندي آھي! ھن مدد ڪرڻ يا ڪجھہ ڏيڻ وقت ڪڏھن بہ ڪجھہ موٽ ۾ ملڻ يا نتيجن جو انتظار نہ ڪيو. ھن جو ايمان ھيو تہ پيار بنا ڪابہ شخصيت اڻ مڪمل آھي.

ھن جي دل ۽ ھن جو دماغ ھميشہ کليل، سجاڳ، توجھہ ڏيندڙ ھيا ۽ زندگيءَ ھن جي اڳيان جيڪي بہ آندو، ھن انھيءَ جو آدرڀاءُ ڪيو. ھن سان پيش ايندڙ واقعا ھيءُ ھر ھفتي ٿيندڙ گفتگوءَ ۾ ڪيترن ئي فردن سان ڪيا. پر ڪي واقعا اھڙا آھن، جن جي تمام ٿورن ماڻھن کي خبر آھي.

ھتي ھڪ واقعو پيش ٿو ڪجي تہ جمشيد ھڪ عورت کي تڏھن کان سڃاڻيندو ھيو جڏھن ھوءَ اجان ڇوڪري ھئي. ھوءَ اڳني ھلي پنھنجي گروءَ جو پيار ۽ رھبري وڃائي ويٺي. جمشيد انھيءَ کي آٿت ڏيندو رھندو ھو ۽ کيس چوندو ھيو، 'پنھنجي گروءَ کي ياد ڪر. جڏھن بہ تون مصيبت ۾ ھونديينءَ، ھو تنھنجي مدد ڪندو.' ھڪ ڏينھن جمشيد 3 بجي ڏاري ڪار ۾ ويٺو ۽ ڊرائيور کي ڪنھن دوست جي گھر ڏانھن ھلڻ جو چيائين. سفر دوران ھو ڪنھن ڪتاب پڙھڻ

۾ محوَ ٿي ويو. جڏهن گاڏي گهر وٽ بيني ته هن ڪتاب مان منهن ڪڍي مٿي ڏٺو ته اهو ڪنهن ٻئي جو گهر هيو. جڏهن جمشيد ڊرائيور کان پڇيو ته اهو ڪيئن ٿيو ته هنْ وراڻيو، 'ٻنهي ڏرين جا نالا ساڳيا آهن ۽ توهان ٻنهي کي سڃاڻو. تنهنڪري مون کان غلطي ٿي، جمشيد هاڻي در تي پهچي ئي چڪو هيو، تنهنڪري هن اندر وڃڻ جو فيصلو ڪيو. جيئن ئي هو گهر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏاڪا چڙهڻ لڳو ته هن جي ڪنن تي آواز پيو: 'جمشيد، جمشيد، ڪٿي آهي تنهنجو گرو؟ هاڻي چو نٿو اچي؟' جمشيد ڏٺو ته هوءَ اها ساڳي ئي ڇوڪري هئي، جيڪا هاڻ جوان عورت بنجي چڪي هئي.هُن کي گهر ۾ اڪيلو ڏسي ڪو وحشي ڪيس حوس جو نشانو بنائڻ لاءِ گهر ۾ گهڙي آيو هيو ۽ هوءَ پنهنجي عزت بچائڻ لاءِ درياءَ مان ٽپو ڏيڻ واري هئي. هوءَ جيئن پوءِ تيئن رڙيون ڪري رهي هئي. جمشيد خاموشيءَ سان اندر داخل ٿيو ۽ عورت ڏانهن مخاطب ٿيندي چيائين: 'منهنجا محبوب! تنهنجو گرو، تنهنجي اکين جي سامهون آهي.'

هن وٽ، هر روز، درجنن جي حساب سان ماڻهو مدد لاءِ ايندا هئا ، جن مان اڪثريت اهڙن جي هئي، جيڪي ڏيکاءَ، لالچ يا بيوقوفيءَ جي ڪري ڪنهن نه ڪنهن مصيبت ۾ ڦاٿل هئا. جمشيد ڪڏهن به انهن کي نه چيندو يا وري ٻاڙو ٻوليائين. هن وٽ ان قسم جا گفتا ئي ڪونه هئا ته: 'تون آهين ئي ان جي لائق.' انهن جي حالت ڏسي هن جي دل ۾ سندن عزيزن لاءِ همدردي وڌي ويندي هئي. هو سوچيندو هيو ته، 'هڪ ٻتڪيل ماڻهوءَ جي ڪري هڪ ماءُ، زال، ياءُ ڀيڻ، ڌي ۽ پٽ ڪيترو نه تڪليف ۾ هوندا.' هو انهن لاءِ وس آهر ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڪندو هيو. اهڙي طرح هن ڪيترن کي ئي جيلن، خوارين ۽ ڏنو ٿيڻ کان بچايو. هو انهن لاءِ نقصان ڪٽڻ لاءِ به تيار هوندو هيو. هو انهن جون ضمانتون ۽ اڱوات ضمانتون پڻ ڪٽندو هيو. ان حد تائين جو هو هڪ لک روپين جي ضمانت ڪٽڻ کان به نه ڪيٻائيندو هيو. مون کي اندازو آهي ته اهو سڀڪجهه ڪرڻ لاءِ هن

ڪي ڪيترين نہ تڪليفون ڏسٽيون پونديون هيون. پر هو چوندو هيو، ’بس! اهو ئي ڪرڻو آهي.‘



هي انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي، جڏهن جمشيد اجا نوجوان هيو. ماڻهو ٻڌائن ٿا تہ هڪ دفعو هو دوستن سان گڏجي مارڪيٽ جي علائقي ۾ ڪجهہ خريد ڪرڻ ويو. جڏهن هو خريداري ڪري واپس اچي رهيا هئا تہ پوائنٽي صورت واري هڪ ڪوڙهئي فقير هنن کي خيرات جي صدا هنئي. فقير جي ڦٽن مان گند وهي رهيو هو. ڊپ وچان هن جا سڀئي دوست پاسو وٺي بيهي رهيا. انهن جي ابتڙ هن فقير کي اڳتي وڌي ڳراٽڙي پاتي ۽ ڏک وچان هن جي اکين مان ڳوڙها ڪري پيا. هن جو پيار ڪيڏو نہ اکٽ ۽ بيباڪ هيو. ڪوڙهين لاءِ پيار سندس دل ۾ شعلي وانگر ٻرندو رهندوهيو. مونکي ياد آهي تہ سندس وفات کان ٽي سال اڳ اسان گڏ هئاسين. هو اچانڪ خاموش ٿي ويو. مون محسوس ڪيو تہ هو ڪنهن نقطي تي سوچي رهيو آهي. ڪا ڳالهہ آهي، جيڪا هن جي روح ۾ آنڌ مانڌ مچايو ويني آهي. آخر هن خاموشي ٽوڙي ۽ چيائين، ’گول! مان سنجيدگيءَ سان سوچي رهيو آهيان تہ پنهنجا آخري سال ڪوڙهين جي آشرم ۾ گذاريان.‘ مان چپ رهيس. هن منهنجي خاموشيءَ جو سبب تاڙي ورتو ۽ چيائين، ’گول! هنن وٽ ڪجهہ بہ نہ آهي. هو ڌڪاريل، تڙيل ۽ وساريل آهن. انهن کي صرف ڪاڌو ۽ علاج مهيا ڪري ڏيڻ ڪافي ناهي. انهن کي پيار جي بہ ضرورت آهي. انهن کي دوستي ۽ سات بہ گهرجي. جي اهي سيڪجهہ نہ، تڏهن بہ مان انهن کي ڪا بہ هڪ شيءِ ضرور ڏيڻ چاهيان ٿو. ها، اهو ممڪن آهي تہ اها بيماري مونکي بہ وچڙي پوي، پر مان ان لاءِ بہ تيار آهيان.‘ هن مون کان پڇيو، ’گول! منهنجي ان منصوبي بابت تنهنجو ڇا خيال

آهي؟' مان وري بہ خاموش رهيس. پوءِ هن چيو، 'گول! مونکي خبر آهي تہ ائين ڪرڻ سان مان دوستن ۽ مائٽن کي وڃائيندس، پر مان انهن وٽ رهڻ چاهيان ٿو.' 'گول! ڳالهاءِ!' 'مان چا پئي ڳالهائي سگهيس، هُن جي هڪ هڪ سٽ مون لاءِ تڪليف ڏيندڙ هئي.'

منهنجي خاموشيءَ تي هو مُرڪيو. هن سڀ ڪجهہ ڄاتو پئي. هن لاءِ ڪوڙهين جو آشرم دوزخ نہ پر هڪ گهر هيو، جتي هو خدا کي ڳولهي پئي سگهيو. جمشيد جا ڪجهہ ناتا ۽ جوابداريون اهڙيون هيون، جن جي ڪري هو ائين نہ ڪري سگهيو. اها خواهش هو پاڻ سان گڏ کڻي ويو ۽ آخر تائين ڪوڙهين جي ڏک کان پاڻ کي آزاد نہ ڪرائي سگهيو.

جمشيد کي ٻين جي جذبن، سوچن، خواهشن ۽ اُڌمن جي چڱي نموني پروڙ هوندي هئي. هو خاموشيءَ سان انسان جي پريشانيءَ ۽ سهپ جا لقاءَ ڏسندو هيو تہ ڪيئن نوجوان پيار جي موت نہ ملڻ ڪري مايوس ٿيندا هئا ۽ ڪا عورت سنا نقش ۽ پرڪشش ٻيهڪ نہ هجڻ ڪري، ڪيئن شاديءَ کان رهجي ويندي هئي. والدين پنهنجن معذور ٻارڙن جي ڪري ڪيئن نہ ذهني پيڙا مان گذرندا هئا. هن جي دل بہ سندن خاموش درد تي هنن سان گڏ رت جا ڳوڙها ڳاڙيندي هئي. هڪ دفعي ڪلندي ڳالهائيندي، هن نوجوانن جي گروپ کي ڳجهي انداز ۾ ٻڌايو تہ هن شادي ڇونہ ڪئي. هن ڪين ٻڌايو تہ، 'پنج دفعا هن جي شادي ٿيندي ٿيندي ڪيئن رهجي وئي. انهن مان بہ واقعا اهڙا آهن، جيڪي هن جي اندر جي اوچائيءَ جو اظهار ڪن ٿا.'

هڪ نوجوان عورت جي بدن جي ٻيهڪ ڪجهہ اهڙي هئي، جو ڪوبہ ساٿس شادي ڪرڻ لاءِ تيار ئي نہ ٿئي ها. پر هن جي ٻيهڪ هن جي پيار ڪرڻ، محبوب ٿيڻ، ٻار ڄڻڻ ۽ گهر ناهڻ وارين خواهشن کي روڪي نہ پئي سگهي. جمشيد چپ چاپ انهيءَ عورت جي خواهش جو قتلام ڏسندو رهيو ۽ سوچيندو رهيو تہ ڪيئن ماڻهوءَ جا ناهيل

معيار هڪ انسان کي ڏنيي رهيا آهن. هڪ ڏينهن هن سوچيو ته 'صرف همدردي ۽ سوچڻ ئي ڪافي ناهي. مان پاڻ انهيءَ کي شاديءَ جي آڇ چو نه ڪريان؟ گهٽ ۾ گهٽ هڪ انسان کي خوشيون ته ڏئي سگهبيون.' هن نيٺ ان عورت کي شاديءَ جي آڇ ڪئي ۽ کيس محسوس ڪرايائين ته هو ساڻس پيار ڪري ٿو. پر هوءَ جيڪا صورت ۾ سادي هئي، سا سمجهه ۾ سرسي هئي. هن انهيءَ آڇ پويان جمشيد جي انساني همدردي ڏسي، اهو پرکي ورتو هيو ته هو پنهنجي قرباني ڏئي کيس ڪمتريءَ جي اوڙاهه مان ڪڍڻ ٿو چاهي. تنهنڪري هن کيس ڪُنو جواب ڏنو. جمشيد وري به هڪ دفعو پيار جتائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر بظاهر سادي صورت واري عورت جي خوبصورت دل هن جي آڇ موٽائي ڇڏي. جمشيد ٺهڪ ڏئي نوجوانن سان مخاطب ٿيندي چيو، 'هاڻ ته توهان کي خبر پئي ته مان ٺُڪرايل آهيان.'

ڇا جمشيد ڪڏهن ڪنهن عورت کي چاهيو؟ يا هن ڪڏهن شاديءَ لاءِ سوچيو به نه؟ جمشيد جڏهن نوجوان هيو ته هن جي دل ۾ ڪنهن لاءِ تڙپ پيدا ٿي هئي. هن تي پيار جو سحر هيو. من ئي من ۾ هو ان ڇوڪريءَ جي قدمن ۾ پنهنجي دل جو نذرانو پيش ڪري چڪو هيو. آهستي آهستي، هو هر شيءِ ۾ پنهنجي پريءَ کي پسڻ لڳو. جيتوڻيڪ هو ان اڳيان دل جو احوال پيش نه ڪري سگهيو هيو، تنهن جي باوجود به سچائي ۽ پيار جي ڏڍ تي سندس انتظار ڪندو رهيو. پر ڇوڪريءَ جي مائٽن ڇوڪريءَ جي شادي بمبئي ڪرائي ڇڏي ۽ هن پنهنجي درد کي دل ۾ئي دفن ڪري ڇڏيو. ڇا ڪڏهن به هن پنهنجي نه اگهامجڻ جي شڪايت ڪئي؟ هڪ ڏينهن اها ڇوڪري پنهنجي ماءُ سان گڏ هن کي ملي. جمشيد سيني گهر ياتين جو دوست هوندو هيو. جمشيد مذاق جي انداز ۾ پنهنجي پيار جي ڳالهه ڇيڙي وڌي. هن جي حيرت جي حد ان وقت نه رهي، جڏهن ڇوڪري روئڻ ۾ پئجي وئي ۽ ڪمري کان ٻاهر هلي وئي. ڇوڪريءَ جي ماءُ ڳالهه کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي پر جمشيد پريشان ٿي ويو ته هن

آخر اها ڪهڙي ڳالهہ چئي جنهن ماحول ائين ٿي ويو. اتي ڇوڪريءَ جي ماءُ چيو تہ 'جمشيد توکي خبر ناهي تہ هوءَ توسان ڪيڏو پيار ڪندي هئي. هوءَ تولاءِ تڙپندي هئي، پر تو ڪڏهن بہ اظهار نہ ڪيو. تو ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍي. پوءِ اسان سمجهيو تہ هن کي غلط فهمي ٿي آهي. نيٺ اسان کيس راضي ڪيو تہ تنهنجو خيال دل مان ڪڍي، ڪنهن ٻئي سان شاديءَ لاءِ حامي ڀري.' اها آهي جمشيد جي پيار ڪهاڻي. جنهن رات هو اسان کي پنهنجي پيار ڪهاڻي ٻڌائي رهيو هيو، ان وقت هو کلي رهيو هيو. سندس ٽهڪن ۾ ڪيڏي نہ رڌم ۽ گهرائي هئي! پوءِ وري کلندي چيائين، 'هاڻي تہ ڏنوَ نہ. هاڻي توهان مون تي ڇاڻي ٻڇهي شادي نہ ڪرڻ جو الزام نٿا ڏئي سگهو. حقيقت ۾ مون پنج دفعا شادي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر منهنجو جنم هڪ اهڙي ستاري هيٺ ٿيو، جو شادي ناممڪن هئي. مون کي ٻڌايو ويو آهي تہ جيڪڏهن مان شام جو 2:13 بجاءِ 2:30 بجي پيدا ٿيان ها تہ ڪوشش ڪرڻ باوجود بہ ڇڙو نہ رهي سگهان ها.' ائين چئي هو وري بہ جلترنگ جهڙي کل کلڻ لڳو.

سک، ڏکن ۾ ئي لڪل هجن ٿا. شاديءَ جي ڪمن ڪارين ۽ جوابدارين کان آزاد رهي، جمشيد پنهنجو پاڻ کي سماج جي بهتريءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. سندس سماجي ڪمن مان هڪ گهڻ مشهور ۽ لڱ ڀڳ پردي پنيان ڪم هيو لاوارث يا بدناميءَ جي ڊپ مان ڦِٽي ڪيل ٻارڙن جي لاءِ قائم ڪيل گهر جتي سندن کاڌ خوراڪ، ڪپڙن ۽ سار سنڀال جو بندوبست هوندو هيو. اهو سڀڪجهہ ڪيئن، ڪٿي ۽ ڪير ڪندڙ هئا، اها خبر صرف هن کي ئي هئي. مون کي بہ اها ڳالهہ هن وٽان ئي معلوم ٿي. ان ڪانسواءِ هن جون اهڙيون ٻيون انيڪ سرگرميون هيون، جن ۾ عورتن لاءِ بچاءُ گهر،انڌن، ٻوڙن ۽ گونگن لاءِ آشيانا ۽ بيمار، لاچار ۽ بيروزگارن لاءِ سهائتا گهر شامل آهن.

اهو سڀ ڪجهہ جمشيد جي لامحدود پيار جي جوت جي ڪري ٿي رهيو هيو، جو هر طرف ان جا شعاع پکڙجڻ لڳا. انهن سيني کان

سگهاري پيار جو شعاع، هن جو پنهنجي ماءُ لاءِ هيو. هن جي ماءُ جي وفات تڏهن ٿي، جڏهن هو اجان نوجوان هيو، پر پوءِ بہ هن جو پيار جمشيد لاءِ عبادت هوندو هيو. ان رشتي جي ثابتيءَ لاءِ هڪ واقعو آهي تہ جمشيد کي ڪنهن ڪاغذ جي ضرورت هئي. جنهن جڳهہ تي اهو ڪاغذ ٿي پئي سگهيو، هن اتي ڳوليو. هن سڄو گهر اٿلايو پر هن کي ڪاغذ نہ مليو. هو پريشانيءَ ۾ ڳوريءَ دل سان ڪار ۾ ويٺو. هو اجا آفيس وڃڻ وارو ئي هيو تہ سندس ماءُ اوچتو ڪار جي پرسان ظاهر ٿي ۽ چيائينس تہ ڪاغذ فلاڻي هنڌ پيو آهي. هن واقعي، ڪاغذ ان هنڌان ڪنيو.

جمشيد جو اينِي بيسنت لاءِ پيار ۽ احترام جي گهٽڻ کي خبر هوندي، جنهن کي هو پنهنجي روحاني ماءُ ڪري سڏيندو هيو. هوءَ بہ جمشيد تي اعتماد ۽ ڀروسو ڪندڙ هئي. جمشيد هن جي هر چئي کي اکين تي رکندو هيو. جڏهن اينِي بيسنت هوم رول تحريڪ شروع ڪئي تہ جمشيد انهيءَ تحريڪ جي سنڌ ۾ اڳواڻي ڪئي. هڪ ڏينهن اخبار ۾ خبر شايع ٿي تہ اينِي بيسنت گانڌي جيءَ سان گڏجي وئي آهي ۽ عدم تشدد کي اپنائي ڪانگريس ۾ شامل ٿي آهي. جمشيد جئين تہ اينِي بيسنت جي ويچارن کان واقف هيو، تنهنڪري هن کي عجب تہ لڳو، پر پوءِ بہ هڪ سچي پوئلڳ جيان هن انهيءَ ڏينهن ڪانگريس جي سنڌ برانچ ۾ شموليت ڪئي. ٻئي ڏينهن اينِي بيسنت انهيءَ خبر جي ترديد ڪئي ۽ جمشيد بہ پنهنجي اخلاقي جرئت جو مظاهرو ڪندي، ڪانگريس تان استعيفيٰ ڏني. صبح جي اخبارن هن جي ڪانگريس ۾ شموليت واري خبر ڏني تہ شام واريون اخبارن وري هن ۽ سندس ساٿين جي ڪانگريس مان استعيفيٰ واري خبر شايع ڪئي. ڪانگريس ۾ هن جي ميمبرشپ ڪجهہ ڪلاڪن لاءِ هئي. ٽن يا چئن ڏينهن ڪانپوءِ جمشيد کي پنهنجي امان* طرفان خط مليو،

* جمشيد ڊاڪٽر اينِي بيسنت کي پنهنجي روحاني ماءُ سڏيو هو ۽ هو کيس 'امان' طور مخاطب ٿيندو هيو.

’مان خوش آهيان تہ تون مون وٽ واپس موٽي آيو آهين. تنهنجي امان.‘ اهي هئا تہ چند لفظ. پر انهن جو قدر جمشيد وٽ سڄي جهان کان وڌو هيو. پنهنجي آخري ڏينهن ۾ هو افسوس ڪندو هيو تہ محترمہ اينِي بينسٽ جي خط ۾ لکل نياپو هيو تہ تون چند ڪلاڪن لاءِ ئي سهي، پر مون کان پري تہ وئين!؟ جمشيد اهو محسوس ڪيو تہ هُن کي انتظار ڪرڻ گهرجي ها ۽ اينِي بسنٽ جي ويچارن تي يقين ڪرڻ گهرجي ها.

جمشيد تي لکڻ بہ ڏاڍو ڏکيو آهي تہ لکڻ بند ڪرڻ بہ. سندس ذڪر هڪ نئين ڪهاڻيءَ ڏانهن وٺي ٿو وڃي ۽ ائين سندس زنده جاويد تصور نهي ٿو، جنهن جي روحاني سگهہ کي پهاڙن جي اوچائي ۽ ماترين جي گهرائين سان پيٽي سگهجي ٿو. هو جيترو زندگيءَ کي ويجهو هيو، اوترو ئي سندس پهچ ۽ اڏامر اتاهين هئي. هن خود کي ميساري، پنهنجي وجود کي عشق ۽ خدمت لاءِ اربي چڏيو. اهڙي طرح هو سيني سان شامل ٿيندو رهيو. ظاهر آهي تہ هي جسم اينتري جوابداريءَ جو بار کٽي نہ سگهيو. هڪ ڏينهن هن کي بہ پنهنجي مالڪ اڳيان حاضر ٿيڻو هيو. اهڙي طرح سندس مادي وجود، سندر چهرو ۽ آرسيءَ جهڙيون اکيون، جنهن مان سندس روش ۽ خوبصورت اندر جو اظهار ٿيندو هيو، ۽ شفا بخشيندڙ هٿ، جيڪي ڪيترن لاءِ سهارو بڻيا، سي هاڻي اسان وٽ نہ آهن. ائين هن ۽ اسان جي وچ ۾ جيڪا آخري رڪاوٽ هئي، سا بہ ختم ٿي وئي آهي. هاڻي هو اسان جي وجود ۾ روشنيءَ وانگر موجود آهي.





’جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو هزار دفعا جنگ ۾ هزارين ماڻهن کي فتح ڪري ٿو ۽ ٻيو ماڻهو پنهنجي وجود تي فتح حاصل ڪري ٿو ته انهن مان ٻيو ماڻهو عظيم فاتح آهي... اسان جو ڪم پنهنجي اندر مندر قائم ڪري، ان ۾ رهڻ ۽ ان مان اثر وٺڻ آهي.‘

جمشيد مهتا

# جمشيد ميهتا

## جي ايم سيد

جمشيد ميهتا، موجوده دور جي بر گزيده انسانن سان هڪ ٿي گذريو آهي. سنڌ ۽ هند کي اهڙي مايه ناز هستيءَ تي بجا طور فخر ڪرڻ جو حق آهي. سندس حياتي هر نقطہ نگاهہ کان بينظير رهي آهي. جنهن جي احوال لکڻ لاءِ هڪ جدا ڪتاب جي ضرورت آهي. آءٌ پاڻ کي خوش نصيب سمجهان ٿو جو اهڙيءَ عظيم شخصيت جي تربيت ۽ رفاقت جو موقعو نصيب ٿيم. هي چند لفظ ان همہ صفت موصوف شخصيت جي ياد ۾ لکڻ آءٌ باعث سعادت سمجهان ٿو.

**شخصي زندگي:** هي ڪراچيءَ جي پارسي خاندان جي هڪ معزز رڪن، خانبهادر نسروانجي ميهتا جو فرزند هو، جنهن صاحب پنهنجي محنت، ڪفايت شعاريءَ ۽ ڪاروباري لياقت جي ذريعي وڏي ملڪيت موجود ڪئي هئي. سندس والد کي ڪراچيءَ جي ايلفنسٽن اسٽريٽ ۾ ولائتي شراب جو وڏو دڪان ۽ ايجنسي هئي. ماريپور طرف لوڻ جو ڪاراخانو، برف ۽ سوڊا واٽر جو ڪارخانو، ٽائلس ۽ ڪانين چيرڻ جا ڪارخانا، اٽي پيهڻ جي مل، ۽ ٻيون ڪيترين شين جون ايجنسيون هونديون هيون. مئچي ميانٽي روڊ تي انهيءَ ڪاروبار لاءِ هڪ وڏي آفيس ۽ برنس روڊ تي سندس عاليشان بنگلو هو.

مسٽر جمشيد اهڙي خوش قسمت والد، ۽ نهايت شريف ۽ خدا پرست والده گل بائيءَ مان 7 جنوري 1886 تي پيدا ٿيو. شاهوڪار گهر ۾ جمي، نهايت ناز ۽ نعمت سان پليو ۽ نپنو. مڪاني اسڪولن ۾ تعليم ورتي، والد سان سندس ڪاروبار ۾

مددگار ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. هن ۾ جي خدادا وصفون سمايل هيون، تن ڪيس ننڍپڻ کان ئي زندگيءَ جي سهڻي ۽ سني طرز اختيار ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو. هن باوجود شاهوڪار هجڻ جي بہ سادي حياتي گذاري ٿي. ساري زندگيءَ ۾ شادي نہ ڪيائين. شراب، گوشت، مڇي وغيره کان پري رهي، پاجين، دالين، ميوي ۽ کير تي گذر ڪندو هو. ساري جمار کاڌي جي صندل تي چادر وڇائي ستو. هي اعليٰ درجي جو ڪرم يوڳي هو، هر روز صبح جو ڇئين بجي اٿي، غسل ڪري، عبادت بعد، ڪتاب پڙهندو هو. ان کان پوءِ فجر مهل باهر جي ڪاروبار لاءِ تيار ٿي ويندو هو. چانهہ پيئڻ تائين ڪيترائي ماڻهو وٽس ملاقات لاءِ ايندا هئا، جن ۾ ڪي بيوهہ عورتون، ڪي مسڪين، ڪي مشڪلاتن ۾ ڦاٿل ماڻهو هوندا هئا. انين بجي ڏاري هو جاءِ تان موٽر ۾ چڙهي، ڪمن ڪارين سان نڪري ويندو هو. ڪم از ڪم ٽيهن کان پنجاهہ مختلف ادارن ۽ ڪمن ۾ روزانو حصو وٺندو هو، جن جو شمار ڪرڻ مشڪل هو، ليڪن هرهڪ ڪم ۾ وقت جي پابنديءَ ۽ تندهيءَ سان شريڪ ٿيندو هو. سندس مکيہ مشغلا پنج هوندا هئا: 1. ڪتابن جو مطالعو ۽ غور فڪر، 2. شخصي ڪاروبار ۽ ڪارخانن جي سنڀال، 3. ڪراچي ميونسپالٽي، بئنڪن ۽ ٻين اڪيچار ادارن جي مشغولي، 4. ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي حلقي وارن ۽ ٻين دوستن سان ملاقاتون ۽ 5. خدمت خلق، رفاه عام ۽ خيرات جا معاملا. کيس گهر کان نڪرڻ کان پوءِ هٿ ڪرڻ مشڪل هوندو هو، ليڪن جيڪي سندس نزديڪ هوندا هئا، سي اڪثر کيس ميونسپل آفيس، خانگي ڪاروبار جي آفيس يا ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ ڳولي وجي لهندا هئا. ڪراچي شهر جو ڪوبہ ادارو، جاءِ، شخص، پاڙو، سندس لطف جي نظر کان محروم نہ هوندو هو. جيڪڏهين ڪٿي باهہ لڳي، ڪو حادثو ٿيو، ڪنهن دوست يا غريب جي بيماريءَ، دک ۽ تڪليف جو احوال ٻڌائين، تہ جمشيد يڪدم اتي حاضر ٿي ويندو هو. شادي، غمي، ويندي رنل

مڙس کي پرچائڻ ۽ بيمار جي تيمارداري ڪرڻ کان بہ نہ رهندو هيو. مطلب تہ هي هڪ بلند اخلاق، ساده مزاج، صبر جو پندار، مذهب ۽ قوم جي تميز ڪرڻ بنا انسانذات جي خيرخواهي ڪرڻ وارو، سخي، خلق جو خادم، محبت جو مجسمو، علم جو خزانو، اعليٰ اصولن جو مالڪ، صوفي منش، سڀ ۾ پرين پسڻ وارو شخص هو. سندس زندگيءَ جي هرهڪ ساعت سڦلي صرف ٿيندي هئي. هو مشين وانگر رات ڏينهن ڪم ۾ مشغول رهندو هو. سچي سياستدان، ماليات جي ماهر، سوشل ورڪر، مدبر ۽ ڪرم يوگي هجڻ جي باوجود، هو تارڪ دنيا ساڌو هو.

**سياسي زندگي:** مسٽر جمشيد جي سياسي زندگيءَ جي شروعات، معلوم ٿئي ٿو تہ سال 1913ع ڌاري ٿي، جڏهن ڪراچيءَ ۾ آل انڊيا نئشنل ڪانگريس جو اناويهون اجلاس ڪنو ٿيو هو. ان وقت هي اجا اهڙيءَ شهرت جو مالڪ نہ هو جو ڪنهن خاص پوزيشن ۾ چونڊيو ويو هجي. ليڪن جلد ئي ٽن سالن کان پوءِ، 1916ع ۾، جڏهن مهاتما گانڌي ڪراچيءَ ۾ آيو، تڏهن فوٽي ۾ سندس سرگس جي گاڏيءَ پنيان هي چڙهيل ڏسجي ٿو، ۽ شهر واسين طرفان ڏنل دعوت جي موقعي تي ورتل فوٽي ۾ بہ سندس اڳيان ويٺل ڏسجي ٿو. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ انهيءَ وچ ڌاري هي ڪافي شهرت حاصل ڪري ويو هو. ٿياسافسٽ اڳي ئي هو، ان ڪري، ڊاڪٽر ايني بيسنٽ سان ملاقات ٿيڻ بعد، 1919ع ۾ جڏهن ڊاڪٽر ايني بيسنٽ 'هوم رول ليگ' ناهي، تڏهن هي ان ۾ داخل ٿيو، ۽ 1917ع جي آخر ۾ ڪراچي شهر جي 'هوم رول ليگ' جو پريزيڊنٽ بہ چونڊيو ويو.

ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾ ميمبر طور 1915ع ۾ گهڙيو. مارچ 1921ع ۾ جڏهن مسٽر نارائڻداس بيچر جي نهراءَ تي رنج ٿي، مسٽر غلام علي چاڳلا ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي پريزيڊنٽيءَ تان استعيفا ڏني، تڏهن ئي سگهوئي هي پريزيڊنٽ چونڊيو ويو، ۽ 1933ع تائين پريزيڊنٽ رهندو آيو. ڪراچي شهر کي سڌارڻ ۽ وڌائڻ ۾ هن ڪا بہ

ڪمي نہ ڇڏي. سنا رستا نهرايائين، اسڪول، اسپتالون، پارڪ، سوسائٽيون جا بنگلا، ڊرينيج، واٽر ورڪس وغيره تعمير ڪرايائين. صحت، صفائيءَ ۽ تعليم جي واڌاري جي ڏس ۾ گهڻو پاڻ پتوڙيائين. ڪراچي شهر سندس خدمتن جو يادگار آهي.

ڊاڪٽر بيسنت جي پوئلڳ هئڻ ڪري، هو ڪانگريس جي 'عدم تعاون' يا ' سول نافرماني' واربن تحريڪن ۾ شامل نہ ٿيو. پر جڏهن لاٺي چارج ۾ قومي ڪارڪن زخمي ٿيندا هئا، تہ هي اسپتالن ۾ انهن جي پرگهور لهڻ لاءِ سڀ کان اڳي هوندو هو. جڏهن ڪراچيءَ ۾، 1931ع ۾، آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جو اناويهون اجلاس ٿي رهيو هو، تڏهين انهيءَ لاءِ ميدان هموار ڪرائڻ، پاڻيءَ ۽ جاين جي تعميرات جي بندوبست ۽ ٻين مڙني ڪمن ۾ دلچسپي ورتي، اجلاس کي ڪامياب بنائڻ جي ڪوشش ڪيائين.

1933ع ۾، ڪراچي ميونسپل ائڪٽ جي درستيءَ لاءِ هن کي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل تي نامزد ڪيو ويو، جنهن مطابق ڪراچي ڪارپوريشن قائم ٿي. ڪيس ئي ان جو پهريون ميئر چونڊيو ويو. اهڙيءَ طرح 1933ع ۾ ميونسپالٽيءَ تان رٽائر ڪيائين.

سنڌ - جدائيءَ جي تحريڪ ۾ هن هر طرح جي ڪوشش ورتي. جدا چونڊن هئڻ ڪري، جيتوڻيڪ سندس چونڊ جو مدار هندن تي هو، ليڪن هن ان جي پرواهہ نہ ڪئي. سنڌ جدا ٿيڻ بعد، 1937ع ۾، دادو ضلعي مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو، ۽ آزاد ميمبر ٿي رهيو.

سنڌ اسيمبليءَ ۾ هندو ميمبرن ننڍين وڏين ڳالهين تان حڪومت جي طرفداري يا مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي. جيئن تہ هي هندو ووٽن تي چونڊجي آيو هو. تنهنڪري اُهي ڪانئس تقاضا ڪرڻ لڳا تہ اسيمبليءَ ۾ سندن پويان ووٽ ڏئي. انهيءَ تان ناراض ٿي، هن استيفا ڏيئي ڇڏي. اها ڳالهہ سنڌي سياست ۾ اهم هئي. اڪثر مسلمان ذاتي مفاد خاطر، ملڪ ۽ عوام جي مفاد کي قربان ڪري

رهيا هئا. پاڪستان قائم ٿيڻ بعد، جڏهين هن ڏٺو تہ غير مسلم ۽ ايماندار ڪارڪنن لاءِ ملڪي سياست جاءِ نہ رهي آهي، تہ هو اُن ڪان ٻاهر رهيو.

**مذهبي پاليسي:** جمشيد صاحب پارسي مذهب جو پوئلڳ هو. 1909ع ۾ ڊاڪٽر ايني بيسنٽ سان واقفيت بعد، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر ٿيو. صوفي خيالات رکڻ ڪري، هو جملي مذهبي اختلافن پويان بنيادي وحدت جو قائل هو. انهيءَ جي پيرويءَ ۾، هو رمضان جا روزا رکندو هو، محرم وقت مسلمانن سان همدردي ڪندو هو، ناتال ايسٽر وغيره جي موقعن تي ديولن ۾ وڃي عيسائيين جي دعائن ۾ شرڪت ڪندو هو، هندو ڏڻ - وار تي هندن سان شريڪ ٿيندو هو، ۽ ساڳيءَ طرح سکن ۽ يهودين سان بہ وڃي شريڪ ٿيندو هو.

ٿياسافيڪل سوسائٽي سندس مکيہ مرڪز هو. خدا ۾ سندس پڪو ايمان هو. هي ڪرم يوگي، اعليٰ مفڪر ۽ دردمند دل رکندڙ انسان هو. سندس چوڻ هو تہ 'مذهب ماڻهن لاءِ بنايو ويو آهي، نہ ماڻهو مذهب لاءِ.'

**سماجي خدمت:** ملڪ ۽ ماڻهن جي ڀلائيءَ جو ڪوبہ اهڙو ڪم ڪونہ هو، جنهن ۾ مسٽر جمشيد حصو نہ ورتو هجي. ماڻهن جي مصيبت وقت رليف فنڊ قائم ڪري، انهيءَ ذريعي ڏتڙيلن جي سهائتا ڪرڻ سندس خاص مشغلو هو. ڪوئيٽا جي زلزلي ۾ 1929ع ۽ 1942ع واريون بارشن ۽ ٻوڏن وقت جمشيد صاحب سهائتا جي ڪم ۾ رڌل هو. سوديشي تحريڪ، ڳوٺ سڌار هلچل ۽ ڪوآپريٽو تحريڪ کي زور وٺائڻ، غريب ميونسپل عملي جي ڪوارٽرن ٺهرائڻ، هائوسنگ سوسائيٽن ذريعي ڪشادن ۽ هوادار بنگلن ٺهرائڻ، لياريءَ جي بستيءَ کي سڌارڻ، پيٽو فقيرن جي سوال کي حل ڪرڻ، ڪوڙهين ۽ انڌن جي مرڪزن قائم ڪرائڻ، ۽ ٻين اهڙن عام ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ سندس گهڻو هٿ هو. سندس سخاوت مان هزارين فرد

۽ ادارا فيضياب ٿيندا هئا. جيئن مثل مشهور آهي، هو هڪ هٿ سان ڏيندو هو، ته ٻئي هٿ کي خبر نه پوندي هئي!

**اعليٰ منتظم ۽ مالي ماهر:** جمشيد صاحب جنهن قابليت سان پنهنجو شخصي ڪاروبار هلايو، ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو انتظام رکيو، سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ، ٻين بئنڪن، ۽ ڪو آپريٽو تحريڪ کي خانبهادر عظيم خان سان گڏجي زور ورتايو، سا سندس اعليٰ انتظامي ماهر هجڻ جو دليل آهي.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ جڏهن هو قريباً رٽائر ٿي چڪو هو، تڏهن به هر سماجي ڀلائيءَ جي ڪم لاءِ حڪومت سان تعاون ڪندو هو، ۽ حڪومت به سندس مفيد مشورن کان مستفيد ٿيڻ کي ڪارآمد سمجهندي هئي.

**مجسم ڪرشن:** ڪرشن مهاراج لاءِ مشهور آهي ته هو محبت جو اوتار هو. سندس پريم ليلا ايتري چانيل هئي، جو سندس هزارين زالن ۽ گوپين مان هرهڪ تي اهو اثر ويٺل هو ته هو سندس محبوب آهي. ’ڪوڙين تنهنجون ڪامنيون، تون ڪوڙنِ سندو ڪانڌ‘ (شاهه). اُن وانگر، برهمچاري هجڻ جي باوجود، سوين عورتون سندس محبت جي هام هڻنديون هيون. هي وقت تي هرهڪ وٽ ويندو هو، يا ٿيا سافيڪل سوسائٽيءَ ۾ ڪين ملندو هو. نفساني خيال کان آجو، هي محبت جو اوتارو هو.

**منهنجي واقفيت:** جمشيد صاحب سان واقفيت 1927ع ڌاري، ڪراچي لوڪل بورڊ ۾ ميمبر ٿيڻ سان ڪراچيءَ ۾ رهڻ بعد، مسٽر تهلراماڻيءَ ۽ حاتم علي علويءَ جي صحبت ۾، ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ميمبر ٿيڻ بعد ٿي. ان کان پوءِ سياست، سوشل سروس ۽ مذهبي خيالن ۾ هن جو مون تي گهڻو اثر پيو.

ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي ميمبر، سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي ڊائريڪٽر، ڳوٺ سڌار هلچل جي سيڪريٽري، ڪراچي ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ جي سيڪريٽري ۽ ٻين ڪيترين حيثيتن سان،

مون کي سندس هٿ هيٺ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو. سنڌ اسيمبليءَ ۾ گڏ هئاسون. مون کي سندس سياسي شاگرد ۽ ذهني پوئلڳ سڏائڻ ۾ فخر ٿيندو. ان جي معنيٰ اها نہ آهي تہ آءٌ سندس انڌو مقلد هوس، بلڪ ڪيترين ئي ڳالهين تان اختلاف راءِ بہ ٿيندا هئا. انهن جو مکيہ ڪارڻ هن جي پختہ دماغي ۽ اعتدال پسند طبيعت، ۽ منهنجي اڻ آزمودگاري ۽ انتها پسنديءَ جو رجحان هو. هو هڪ نهيل نڪيل ڳالهہ يا شيءِ کي صرف جذباتي يا اصولي خيال کان ڊاهڻ لاءِ تيار نہ هوندو هو. آءٌ هن راءِ جو هوس تہ جا ڳالهہ ناحق آهي، يا جا شيءِ غلط بنياد تي اڏيل آهي، انهيءَ کي ڊاهڻ زندگيءَ جو مکيہ متو هئڻ گهرجي. ان وقت اقبال جو نظريہ حيات منهنجي سامهون هو تہ

'بدريا غلط با موجوش در آويز،
حياتِ جاودان اندر ستيز است.'

ليڪن هن وقت، تجربي ٿيڻ بعد، جڏهن تصوير جو ٻيو پهلو نظر اچي رهيو آهي، تہ سمجهڻ لڳو آهيان تہ اسان جا غلط ۽ صحيح، حق ۽ ناحق جا فيصلا هينانهينءَ سطح جي ڳالهہ هئا.

'مون کي اڪڙين، وڏا ٿورا لائيا،
تہ پڻ پرين پسن، ڪٺان جي ڪَر سامهيون.'

هينئر هو اسان وٽ نہ آهي، پر سندس حياتيءَ جو نظريو ۽ خلق جون خدمتون اسان اڳيان مشعلِ راهہ آهن. اڄڪلهہ پاڪستان ۾ اهو فئشن ٿي پيو آهي تہ سڀ ڪو پيو چوي تہ جناح صاحب جي نقش قدم تي هلو، جنهن جو جذبہُ محرڪ اقبالي نظريو هو، ۽ ٻئي طرف هي بي بها فرزند، سنڌ سامهون بيٺو آهي، جو شاهہ لطيف وانگر 'جيڏانهن ڪر نگاهہ، تيڏانهن سڄڻ سامهون' جو قائل هو. هاڻ سوال اٿندو تہ ڪنهن جي پوئلڳي ڪريون:

گرو، گوبند، دونون کڙي، ميں ڪسڪي لاگون پانءِ،
ميں بلهاري اُس گروُ کي، جس گوبند بتايا نانءِ.

هن سچي ۽ سخي انسان، پهرين آگسٽ 1952ع تي وفات ڪئي. سندس جنازي سان "ٽاور آف سائلنس" تائين وڃڻ ٿيو. سندس چند مکيہ قول هيٺ ڏجن ٿا:

1. 'ميونسپل آفيس کي خدمت خلق جو مندر سمجهان ٿو.'
2. 'جڏهن توتي نڪتہ چيني ڪئي وڃي تہ پنهنجي طرف پيش ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪر، چاڪاڻ تہ تنهنجن دوستن کي ان جي ضرورت نہ آهي، ۽ تنهنجا دشمن اعتبار نہ ڪندا.'
3. ' عوام کان خدمتن جي عيوضي طلب ڪرڻ جي اميد نہ رک. اڪثر ان جو عيوضو ناشڪريءَ ۾ ملي ٿو.'

هڪ دوست سندس لاءِ چيو آهي:

1. هي ٻارن کي پيار ڪندو هو.
2. هي آئيس ڪريم ڪائڻ پسند ڪندو هو.
3. هي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ ۾ خوش ٿيندو هو، جو اهو ڪيس مسئلن کي حل ڪرڻ جو موقعو ڏيندڙ هيون.
4. هي خوبصورت چهرن کي پسند ڪندو هو.
5. هي هجوم کي ملڻ ۾ راضي رهندو هو.
6. هن ڪنهن کي بہ انڪاري جواب نہ ڏنو.

[هي مضمون سائين جي ايم سيد جي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' تان ورتل آهي.]

# اهو جمشيد، جنهن کي مان سڃاڻان

ڪيول موٽواڻي

ڪنهن نوجوان جي انهيءَ ڪان وڌيڪ ڪهڙي خوشقسمتي ٿي سگهي ته جڏهن هو نوجوانيءَ ۾ قدم رکي، رنگ برنگي دنيا کي ڏسڻ شروع ڪري ته انهي جو ذاتي واسطو هڪ اهڙي شخص سان پوي، جيڪو روحاني طرح پهتل ۽ ڏٺيءَ جو نيڪ ٻانهو هجي. مونکي پڪ آهي ته جمشيد مهتا جي دوستن ۾، جن جو تعداد ڪنهن فوج کان گهٽ نه ٿيندو، مان شايد واحد شخص هيس، جنهن سالن تائين ڏينهن جو وڏو حصو ساڻس گڏ گذاريو. هُن جي ذاتي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان، مون کي ڪيئي اهڙا موقعا مليا ته مان ڪيس ڪم ڪندي ڏسان. ان عرصي دوران مون سندس وڏائي، دور انديشي، عظمت ۽ رحم دليءَ جا ڪيترائي واقعا ڏٺا. جمشيد جي زندگي خدمت جو گيت، يوگ جي اعليٰ درجي جو عملي روپ ۽ هڪ هندستاني جينئس جو نقطہ عروج هئي.

جمشيد سان منهنجي پهرين ملاقات 1919 ۾ ٿي، جڏهن ڊاڪٽر ايني بيسنت، نيشنل ڪاليج، حيدرآباد آئي جتي مان شاگرد هئس. مان ڊاڪٽر ايني بيسنت ۽ سندس ڪم کان تمام گهڻو متاثر هئس. هن لاءِ مون وٽ هڪ عقيدت واري دل هئي. ڊاڪٽر صاحبہ کي مون جڏهن پهريون ڀيرو پنهنجي ڪاليج ۾ روبرو ڏٺو ته مون گهڻو چاهڻ جي باوجود عقيدت منديءَ جي مُهر کي ٽوڙي وڌو ۽ هڪ تاثراتي نظم لکيم. اها ٻي ڳالهہ آهي ته اِهو نظم منهنجي زندگي جو پهريون ۽ آخري نظم آهي. ڊاڪٽر صاحبہ کي اسان جي ڪاليج ۾

بورڊ سان گڏجاڻي ڪرڻي هئي. جڏهن ڊاڪٽر صاحب بورڊ سان گڏجاڻيءَ ۾ مصروف هُئي ته مون جمشيد کي پنهنجي ڪمري ۾ ايندو ڏٺو. مون اِنهيءَ مهل کي موقعو ڄاڻندي، پنهنجو نظم جمشيد کي ڏيندي، ڏاڍي عقيدت منديءَ سان کيس تاڪيد ڪيم ته هو اِهو نظم ڊاڪٽر ايني بيسنٽ کي پهچائي. هِن ويندي شرط نظم ايني بيسنٽ کي ڏنو، جنهن هلندڙ گڏجاڻيءَ کي اڌ ۾ روڪي، مون کي گڏجاڻيءَ واري ڪمري ۾ گهرايو ۽ نظم لاءِ منهنجي مهرباني مڃي. اهڙي طرح، هِن خوشگوار واقعي ذريعي جمشيد منهنجي زندگيءَ ۾ داخل ٿيو.

ائين ٽن سالن تائين اسين هيڪڙ بيڪڙ ملندا رهندا هئاسين، ڇو ته ڪم جي سلسلي ۾ اسان جو ملڻ تمام ضروري هيو. جيتوڻيڪ اسان جو ملڻ بلڪل دفتري نوعيت جو هوندو هو، جنهن ۾ ڳالهه ٻولهه صرف ڪاليج جي معاملن تائين هوندي هئي. 1922ع ۾ مون بي اي ڪئي ۽ ڪجهه مهينا، احمد آباد ۾ واقع 'گجرات ودياپٽ' ۾ پولٽيڪل سائنس جي اُستاد طور ڪم ڪيم. اهڙيءَ طرح ڪجهه عرصي تائين هڪ اُستاد جي زندگي جو تجربو ڪري، واپس اچي ڪراچي وسايم.

هيءَ 1923 جي شروع جي هڪ ڇنڇر جي شام جو ذڪر آهي. اسين چند نوجوان بنا ڪنهن مقصد جي، ٿياسافيڪل لاج ۾ وينا هئاسين ته غيرمتوقع طور جمشيد اچي نڪتو. اسان به سائنس حجت ڪندي، ڇڪي ڪٽي پاڻ وٽ ويهاريو. اجان اسان فيصلو ئي نه ڪيو هئو ته جمشيد سان گفتگوءَ جو موضوع ڇا هجي، ته مون ڪُجهه حُجتي انداز ۾ ڪانئس پُڇيو، 'توهان اسان کي پنهنجي باري ۾ ڪجهه ٻُڌايو، اسين توهان بابت ڄاڻڻ چاهيون ٿا،' جمشيد مُنهنجي اِنهيءَ سوال تي، پنهنجي مخصوص انداز سان کليو. هِن جي کلڻ مان هميشه خوشي، سچائي ۽ گهرائيءَ جي خوشبو ايندي هُئي. هِن ڇيو ته مُنهنجي زندگيءَ ۾ اهڙي عاليشان ۽ اُتساهيندڙ ڳالهه ڪونهي، جنهن جو ذڪر مان توهان سان ڪيان پر اسان جي زور ڀرڻ تي هِن هڪ بار

وانگر معصوميت سان اسان جي اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا. ان کان پوءِ، هر هفتي ڇنڇر جي ڏينهن اسان جي ڪچهري جو سلسلو شروع ٿيو، جيڪو اڳتي هلي ڇنڇر ڪلاس، جي نالي سان مشهور ٿيو. اهي ڪلاس سندس وفات يعني 1952 تائين جاري رهيا. جمشيد انهن ڪچهرين ۾ اسان کي پنهنجي اسڪول ۽ ڪاليج جي زماني، والدين سان گذريل وقت، پنهنجي پيءُ سان ڏنڏي ۾ هٿ ونڊائڻ، جنهن جي شروعات هِن هڪ ورڪر جي حيثيت سان ڪئي، اِنهيءَ ڪانسواءِ، هو پنهنجي سياسي زندگيءَ جي تجربن ۽ ذاتي زندگيءَ جي لاهن چاڙهن جو ذڪر ڪندو هيو. اچانڪ، ڊاڪٽر ايني بيسنت، جي تقرير ٻڌڻ جو واقعو بيان ڪيو تہ ڪيئن هُن اتفاقن بمبئي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو چڪر هنيو ۽ ڊاڪٽر ايني بيسنت جي تقرير ٻڌائين ۽ ڏاڍي پيار ۽ احترام سان پنهنجي شفيق ۽ ٻاجهاري ماءُ جي شفقت جو ذڪر ڪندي ٻڌايائين تہ ڪيئن هوءَ ڏکين مرحلن ۽ مشڪل گهڙين ۾ سندس رهبري ڪندي رهندي آهي.

جمشيد ڏاڍي سچائي ۽ سادگيءَ سان پنهنجي زندگيءَ جو ڪتاب اسان اڳيان کولي رکيو ۽ اسين احترام ۽ سندس مهر وسيلي هن جي زندگيءَ جو حصو بنجي وياسين. جمشيد جي زندگي آدرشن جو هڪ عملي روپ هئي، جتان اسان کي پنهنجي آدرشن کي حاصل ڪرڻ لاءِ مدد ۽ اُتساهہ ملندو هئو. اسان هفتي وار ڪلاسن جي پهرئين سال دوران ئي سندس ذاتي زندگيءَ جا واقعا ۽ حڪايتون ٻڌي پوريون ڪيون. تنهن ڪانپوءِ هر ڪلاس ۾ جمشيد ڪنهن ڪتاب جي چونڊ ڪندو رهيو، جنهن تي مڪمل ڳالهہ ٻولهہ ڪئي ويندي هئي. جمشيد ڪتاب جي متن تي گفتگو شروع ڪندو هئو ۽ اِنهيءَ تي پنهنجي تجربن جي روشنيءَ ۾ ڳالهائيندو هئو.

جمشيد جو شمار اُنهن انسانن ۾ آهي، جيڪي ننڍيَ عمر ۾ عام ماڻهن ۽ مروج سوچن کان مٿي سوچيندا آهن. 1923 کان اڳي ئي هو هڪ مصروف ترين شخص هُئو. هن جي ذمي تمام گهڻا

ڪم هئا. مون کي سدائين فڪر رهندو هُئو تہ هڪ پرائيوٽ سيڪريٽريءَ ڪانسواءِ، اِهي سڀ ڪم هو ڪيئن ڪري رهيو آهي. هو ان وقت 'هوم رول ليگ، سنڌ' جو مرڪزي اڳواڻ هُئو ۽ جيڪب آباد ۾ ٿيل صوبائي ڪانفرنس ۾ تہ ڪيس صوبائي صدر چونڊيو ويو. اِنهي ڪانسواءِ، هو ڪراچي مونسپالٽيءَ جو صدر، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ جو ميمبر، ايوانِ تجارت هندستان جو باني صدر، سنڌ نيشنل ڪاليج حيدرآباد جو سيڪريٽري ۽ خزانچي ۽ ڪراچي جي ڪيترن ئي تعليمي ادارن جو ميمبر ۽ صلاحڪار هيو جن ۾ ڊي جي سنڌ ڪاليج، پارسي ويربائجي بوائز هاءِ اسڪول ۽ ماما پارسي گرلز هاءِ اسڪول شامل هئا. اهڙي طرح، هو سنڌ مرڪزي ڪوآپريٽو بئنڪ جو باني ۽ مئنيجنگ ڊائريڪٽر، سنڌ چيف اسڪائوٽ ۽ گلبائي ميٽرنٽي هوم جو بُنياد وجهندڙ ۽ خزانچي ۽ نابينن جي اسڪول بورڊ جو چيئرمين هيو. انهن سڀني مصروفيتن ڪانسواءِ، هن کي پنهنجي پيءُ جي هڪ تمام وڏي ڪاروبار جي سارسنڀال بہ لهڻي پوندي هئي، جنهن جو شاخون ڏکڻ هندستان جي شهرن ۾ هونديون هُيون. شايد جمشيد کي بہ سيڪريٽريءَ جي ضرورت جو احساس هُئو ۽ اسان کي ڪو قديم رشتو هڪ ٻئي جي ويجهو وٺي آيو. جيتوڻيڪ، جمشيد منهنجي چوند، پنهنجي سيڪريٽريءَ لاءِ ڪري چڪي هُئي، پر هن اِنهيءَ جو ذڪر ڪڏهن بہ سڌي طرح مون سان نہ ڪيو. شايد اِهو ڪم بہ مون کي پنهنجي همٿ ۽ ڪوشش سان ڪرڻو هُئو.

اندر ۾ هڪ ويساهہ هيم تہ دير يا سوير، مونکي جمشيد جي ڪمن ۾ شامل ٿيڻو ئي آهي ۽ هوڏانهن جمشيد بہ مون کي اهڙا موقعا ڏيندو هُئو تہ جيئن مان هن جي وڌيڪ ويجهو اچان. هفتي ۾ هڪ دفعو مان ۽ گرديال ملڪ، هن جي گهر ويندا هئاسين، جتي هو اسان کي پنهنجي تمام سادي ناشتي ۾ شريڪ ڪندو هئو، جيڪو هڪ چانهہ جي ڪوپ ۽ چند بسڪوٽن تي مشتمل هوندو هُئو. اِنهيءَ ڪانپوءِ اسان گڏجي گانڌي گارڊن طرف ويندا هئاسين تہ جيئن فطرت

جي گوناگون منظرن کي پسي لطف ماڻي سگهون. اسين نوجوان دوست، جمشيد لاءِ سوچيندا هئاسين تہ ڪيتري مصروفيت هوندي بہ هو پنهنجي نوجوان ساٿين لاءِ وقت ڪڍي ڪوشش ٿو ڪري تہ فطرت ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ ڳانڍاپو جُڙي پوي. هر سال وبساڪ مهيني جي چوڏيهن رات، اسين چند دوست ڪونہ ڪو پروگرام ناهيندا هئاسين ۽ ڪلفٽن طرف ڪنهن دوست جي گهر ۾ رهندا هُئاسين. چند نڪرڻ ڪان اڳ ۾، سڄو ڏينهن روزي، غور و فڪر ۽ مطالعي ۾ گذاريندا هئاسين تہ جيئن بدن ۽ ذهن انهيءَ چانڊوڪي رات جي خوبصورت منظر کي پاڻ ۾ سموئڻ جي قابل ٿي سگهي، پوءِ صبح جو، سادو ناشتو ڪري شهر ڏانهن واپس ايندا هئاسين. روحاني رمزن کي سمجهڻ ۽ روحاني سفر جي پاڻ سجاڻڻ واري مرحلي تي جمشيد هميشہ دوستن کي پاڻ سان گڏ رکندو هئو تہ جيئن هو پنهنجي نفسيات کي سمجهندي، روحاني منزلون ماڻي سگهن.

مونکي اهو ياد ڪري ڏاڍي خوشي ٿئي ٿي تہ سيني دوستن مان منهنجو هُن سان تمام ويجهو ۽ پنهنجائپ وارو تعلق رهيو. هڪ ڏينهن هو ۽ مان ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ڏاڪڻ تي وينا هئاسين تہ منهنجو پائنيو اچي لانگهائو ٿيو، جيڪو ڪراچيءَ ۾ وڪيل هُئو ۽ عمر ۾ مون کان وڏو هُئو. انهيءَ ڏينهن پهريون ڀيرو جمشيد کي خبر پئي تہ مُنهنجا ڪراچيءَ ۾ عزيز آهن. ڪيس اِهو جاڻي تعجب ٿيو تہ منهنجي هنن سان ڪابہ ميل ملاقات ڪانهي، جنهن جو سبب منهنجي ۽ منهنجي ڀاءُ جي وچ ۾ ملڪيت تي تڪرار هو. اِهو جاڻي، جمشيد مون کان پُڇيو تہ ڇا تنهنجي ۽ تنهنجي ڀاءُ جي وچ ۾ تڪرار، مال ميڙڻ جو فڪر ۽ تنهنجي ٿياسافسٽ سوچ تولاءِ اڻ تڻ جو سبب نٿا بنجن. مون مڃيو تہ منهنجي ڪردار، ۾ ٿياسافي واري سوچ ۽ انهيءَ تي عمل جي وچ ۾ تمام گهڻي وڇوٽي موجود آهي، پر پوءِ بہ مان هن اڳيان ورجايو تہ هڪ ڀاءُ طور مان بہ تہ ملڪيت مان حصو

لهٽان. معاملو اينترو وڏي ويو جو هن ڏاڍي ڏيرج سان چيو ته هاڻي فيصلو تو وٽ آهي ته تون پنهنجي مالڪ جي چونڊ ٿو ڪرين يا ملڪيت جي سا به اها ملڪيت جيڪا تنهنجي محنت جو ثمر نه آهي. هن مون کي اڳواٽ با خبر ڪيو ته معاملو ڪو خيالي نه آهي پر هيءُ هڪ عملي ۽ حقيقي معاملو آهي ته توکي ملڪيت ۽ مالڪ جي وچ ۾ چونڊ ڪرڻي پوندي، چو ته اهو سوچ ۽ عمل جو تضاد هاڻي نه ته اڳتي هلي تولاءِ ضرور پريشانيءَ جو سبب بنجندو. هن نصيحت ۾ اينتري ته سچائي ۽ اثر هيو، جو مون پنهنجي ملڪيت جي حصي تان دستبردار ٿي، پنهنجو سمورو حصو پنهنجي ڀائٽي جي نالي ڪري ڇڏيو، جيڪو اجان اسڪول ۾ پڙهندو هُئو. منهنجي پياءُ منهنجي انهيءَ اوچتي فيصلي تي ضرور سوچيو هوندو. شايد ايئن سوچيو هوندائين ته اهو سڀ ڪجهه ٿيا سافي جي فڪر جي ڪري ٿيو آهي.

وقت گذرندي، آهستي آهستي اسين هڪ ٻئي جي ويجهو ايندا وياسين ۽ هن کي احساس ٿيڻ لڳو ته کيول کي ڪا وڏي جوابداري سونپي سگهجي ٿي. هن کي اهو به اندازو هيو ته مون کي جرنلزم سان لڳاءُ آهي، چو ته مون جمشيد جو هڪ مختصر جيون چتر لکيو هئو، جيڪو ڊاڪٽر ايني بينسٽ وڏي مهربانيءَ سان قبول ڪيو ۽ پنهنجي جرنل 'ينگ سٽيزن' ۾ ڇاپيو هُئو. ينگ سٽيزن، هڪ ماهوار مئگزين هُئو، جنهن جون ڪاپيون سڄي هندستان ۾ وينديون هيون. اُنهي ڪانسواءِ، مان ڊاڪٽر ايني بسنت جي ادارت ۾ نڪرندڙ روزاني اخبار 'ينگ انڊيا' جو سنڌ ۾ ڪيترن سالن تائين نمائيندي طور ڪم ڪيو هئو. منهنجي اِنهيءَ تجربي کي بُنياد بنائي، هن مون تي هڪ جوابداري رکي ته مان، ڪامن ويلٿ بل ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ منظم ڪيان، جنهن جي صدارت ڊاڪٽر ايني بيسنت کي ڪرڻي هُئي ۽ آجياڻي ڪميٽي جي اڳواڻي جا فرض هرچندراءِ وشنداس کي نڀائڻا هُئا. مون اِهو ڪم وڏي خوش اسلوبيءَ سان ادا ڪيو ۽ اِها ڪانفرنس فيبروري 1926 ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿي.

ڪانفرنس جي ڪاميابيءَ جو اندازو اِنهيءَ ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو جو ڊيلي گزيٽ جي ايڊيٽر بہ ڪامن ويلٿ بل ۽ ڊاڪٽر ايني بيسنٽ جي ڪوشش جي حمايت ۾ ايڊيٽوريل لکيو.

جمشيد روائتي سياستدانن وانگر نہ هُيو، جو ڪم تہ ڪارڪن ۽ ٻيا ماڻهو ڪن پر نالو پنهنجو ڳڻائي. مون کي هن وقت بہ چٽيءَ طرح ياد آهي تہ ڪانفرنس کان ڪجهہ وقت پوءِ هو مون کي ڊاڪٽر ايني بيسنٽ ڏانهن وٺي ويو ۽ چيائين تہ ڪراچي ڪانفرنس جي ڪاميابيءَ جو سڄو سهرو هن جي سر تي آهي ۽ هِن کي ياد ڏيارائين تہ هيءُ ڪيول آهي، جنهن توهان کي سنڌ نيشنل ڪاليج حيدرآباد واري گڏجاڻيءَ ۾ نظم منهنجي هٿان ڏياري موڪليو هُئو ۽ هاڻي هي مون سان گڏ سيڪريٽري طور ڪم ڪري رهيو آهي.

جمشيد جي شخصي ڪردار ۽ وڏائيءَ جو زندهہ مثال هڪ واقعو آهي، جيڪو مان ڪنهن پاڪ ۽ پروسي جهڙي راز وانگر سالن کان سانديون وينو آهيان: اڄ موقعو آهي تہ اِنهيءَ راز کان مان توهان کي بہ واقف ڪيان. ڳالهہ هِن ريت آهي تہ جمشيد جي سيڪريٽري طور ڪم ڪندي مون کي چند مهينا گذري ويا، پر مون کي پنهنجي پورهئي جو معاوضو ڪونہ مليو. هاڻي احترام ۽ ادب وچان مان ڪيس ياد بہ نہ پيو ڏياريان تہ مون کي پگهار نہ ملي آهي. نيٺ هڪ ڏينهن هڪ پني ٽڪر تي چند سٽون لکي هِن جي ٽيبل تي رکي آفيس بند ڪري گهر هليو ويس، ٻئي ڏينهن هن پنهنجي ذاتي چيڪ مان هڪ خالي پنو ڦاڙي پنهنجو سهيون ڪري مون کي ڏنو. جڏهن چيڪ مون کي مليو تہ مون ڏٺو تہ اِنهي تي ڪابہ رقم نہ انگن ۾ ۽ نہ ئي وري اکرن ۾ لکيل هُئي. مان هَن وٽ اِنهيءَ ڳالهہ جي نشاندهي ڪرائڻ ويس تہ هن کي مون کي ڏاڍي شفقت ۽ پيار مان چيو 'ڪيول،' جڏهن مان پنهنجي پيءُ سان گڏ ڪاروبار ۾ هوندو هُئس تہ هِن مون

ڪي خالي، چيڪ ڏيندي چيو هئو ته جيترا به پئسا ڪڍرائڻ چاهين پلي ڪڍراءِ، سو هي خالي چيڪ ڏئي مان پنهنجون خانداني روايتون جاري رکي رهيو آهيان.' جمشيد جا اِها لفظ ٻُڌي مان سوچڻ لڳس ته اهڙا ڪيترا پيئر هوندا، جيڪي پنهنجن پٽن جي اهڙي عزت ۽ اهڙو اعتماد ڪندا هوندا. جمشيد جا اِهي لفظ ڪيترائي ڀيرا منهنجي اڳيان اچي سندس پاڪ روح جي خوشبوءَ سان مون کي تازگي بخشيندا آهن.

جڏهن کان وٺي مون جمشيد سان گڏ ڪم ڪيو، اُنهيءَ ڏينهن کان وٺي هن جي پدرانه پيار ۽ شفقت ۾ فرق نه آيو. اِنهيءَ کان وڌيڪ سندس اُنس ۽ وڏائيءَ جو ڪهڙو واقعو ٿي سگهي ٿو، جڏهن مون کيس گذارش ڪئي ته مون کي ماسترس ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي. هن منهنجو نه صرف عرض اگهايو پر 1928 کان وٺي لڳاتار چار سال جيستائين مون پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي، هر مهيني پابندي سان سندس هٿ اکرن سان لکيل خط ۽ چيڪ مون کي ملندا رهيا. سچ پچ ته هن هڪ پيءُ جو فرض وڏي فراخدليءَ ۽ خوش اسلوبيءَ سان نڀايو. مان سندس ٿورا ته لاهي نه سگهيس پر هن طرح ڳايم جو پنهنجي ماسترس جي ٿيسز سندس نالي ارپيم. منهنجي ٿيسز جي ارپنا جا الفاظ هِن ريت آهن:

'ڪراچيءَ جي پهرئين ميئر ۽ آخري صدر جمشيد جي نالي، جيڪو منهنجو رهبر، فلاسفر ۽ دوست آهي، جنهن جي سخي دل سبب سوشيالاجي علم جي ڄاڻ حاصل ڪيم ۽ سندس ڪردار، هدايت ۽ اُتساهه منهنجي زندگيءَ کي معنيٰ بخشي. مان سندس حضور ۾ ڏاڍي نهٺائي ۽ پنهنجائپ سان هي ننڍڙو پيار جو پورهيو پيش ڪريان ٿو.'

جمشيد جي مذهبي نسبت ته زردشتيت مذهب سان هئي پر هو سيني مذهبن لاءِ احترام رکندڙ هُيو. ٻين لفظن ۾ هو ڪثرت

پويان وحدت واري نقطي جو پانڊيئڙو هُيو. هن جي شخصيت جوان باجهاري ۽ اڻ کٽ داستان وانگر آهي. سندس شخصيت لاءِ، جيڪڏهن ڪو هڪ لفظ تي سگهي ٿو ته اهو آهي "ڌرما." هو واقعي هو به ڌرما. هن جي پيار، پابوهه ۽ ڪهل وارا جذبا ڪنهن به مذهبي حد بنديءَ ۾ ورهايل نه هئا. جمشيد پيار جي فلاسافيءَ ۾ يقين رکندڙ هيو ۽ چوندو ته انهيءَ فلاسافيءَ جو پهريون سبق آهي: 'پنهنجو پاڻ وسارڻ' واقعي جمشيد انهيءَ سبق کي پڙهي ۽ انهي تي عمل به ڪري ڏيکاريو. جمشيد کي ننڍي عمر ۾ چِن پيو هُئو، جيڪي اڳتي هلي هن لاءِ تڪليف ۽ درد جو سبب بڻيو. مان ڪيس کي هميشه آپريشن جو چوندو رهندو هُئس پر هو چوندو هو ته انهيءَ ۾ موت جو امڪان آهي، انڪري موت کان تڪليف ۽ سور بهتر آهي. منهنجي بار بار آپريشن لاءِ زور پرڻ تي هن ٻڌايو ته، 'مان آپريشن کان انهيءَ ڪري لهرايان ٿو ته منهنجي آپريشن سبب موت ٿيڻ ڪانپوءِ، انهن هزارن خاندانن جو ڇا ٿيندو، جيڪي مون کي پنهنجو اجهو ۽ آسرو سمجهن ٿا. تنهنڪري ڪيول! انهن جي خوشين جي ڪري مون کي تڪليف سهڻ ڏي. سندن زندگيءَ ۾ مون کان وڌيڪ ڏک آهن، انڪري انهن کي خوش رهڻ ڏي.'

هن جي آس پاس زندگيءَ ۾ ڪابه آسائش جي ڪمي ڪانه هُئي پر هن ڪڏهن به شين جي جهجهي هجڻ جو فائدو وٺي شيون ضايع نه ڪيون.

هو پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ هميشه سادو ۽ گهٽ خرچائو هُئو. هن کي شيون ضايع ڪرڻ پسند نه هوندو هئو. هڪ دفعي ڪراچي جو چڪر لڳائڻ لاءِ اسان چند دوستن کي وٺي ويو. اهي آرڙهه جا ڏينهن هُئا. اسان پبلڪ ٽانڪي تان پاڻي پيتو، جڏهن ته سڀني کان آخر ۾ جمشيد پاڻي پيتو. هن هڪ هٿ سان نل جي بجهيءَ کي ضابطي ۾ آڻي گهربل پاڻي جو مقدار پيئڻ لاءِ هلايو ۽ ٻئي هٿ سان پاڻي پيئائين ۽ آخر ۾ اسان کي چيائين ته دوست! توهان

کي خبر آهي تہ ڪراچيءَ ۾ پاڻيءَ جو بحران آهي. اسان جا ڪوهہ سڪي رهيا آهن. توهان پاڻي پيئندي ايترو پاڻي ضايع ڪيو آهي جو اهو پاڻي هڪ خاندان لاءِ هڪ هفتي لاءِ ڪافي هئو. اهڙيطرح، هڪ قابل استاد وانگر، هن هڪ مثال پيش ڪندي، اسان کي اهڙو سبق سيکاريو، جيڪو اسين پنهنجي زندگي ۾ وساري نہ سگهنداسين.

جڏهن سنڌ جي، بمبئي کان عليحدگيءَ جي تحريڪ پئي هلي تہ هن اِن موضوع جي سڀني غور طلب پهلوئن جو جائزو ورتو، جنهن ۾ اقتصاديات، سماجيات، انتظاميا ۽ ماليات وغيره شامل هئا.

اِنهيءَ ڪانپوءِ سنڌ جي عليحدگيءَ جي حمايت ۾ ڊيلي گزيٽ اخبار ۾ هڪ مضمونن جو سلسلو شروع ڪيائين. اِنهن مضمونن کي گڏي، هڪ پمفليٽ جي صورت ۾ بہ شايع ڪيو ويو هئو. انهن مضمونن بہ سنڌ جي عليحدگي لاءِ راهہ هموار ڪئي، جنهن جو ذڪر آئين سُڌار ڪميٽيءَ، جي چيئرمين جي سيڪريٽريءَ مون سان يئل يونيورسٽيءَ جي هڪ گڏجاڻي دوران ڪيو هئو.

جتي سوچ ۾ تضاد هوندو هئو، اتي هي معاملن کي سلجهائڻ لاءِ پيار تي ٻڌل دليل ۽ ڇڏ ڇڏاءَ جو سهارو وٺندو هئو، پر جتي ڪو فيصلو ڪرڻو پوندو هو تہ هو سخت قدم کڻڻ کان بہ نہ ڪيٻائيندو هئو. اِنهيءَ جو هڪ مثال بمبئي حڪومت وارو جهڳڙو آهي. بمبئي حڪومت آرٽلري ميدان وارو علائقو، پنهنجي ملڪيت سمجهندي، اِنهيءَ کي پلاٽن جي صورت ۾ نيڪال ڪرڻ پئي چاهيو. انهيءَ تي عمل ڪرڻ لاءِ بمبئي حڪومت، هڪ نوٽيس جاري ڪيو تہ آرٽلري ميدان وارا پلاٽ وڪري لاءِ موجود آهن. جمشيد بمبئي حڪومت جي اِنهي قدم تي هڪدم هڪ بهادرانہ قدم کڻي انهيءَ نوٽس سان گڏ هڪ ٻيو نوٽيس هٽي ڇڏيو تہ عوام کي آگاهہ ٿو ڪجي تہ آرٽلري تي ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۽ بمبئي سرڪار وچ ۾ جهڳڙو هلي رهيو آهي، انڪري ڪوبہ شهري پلاٽ نہ وٺي. جڏهن، بمبئيءَ جي گورنر سر ايمبروز لائڊ، کي اِها خبر پئي تہ هو ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو

ٿي ويو ۽ پهريائين ريل گاڏيءَ ذريعي اچي ڪراچي پهتو ۽ اچڻ شرط جمشيد کي گهرايائين پر جمشيد جي ڌيرج ۽ با اعتماد جواب گورنر جي تيز ۽ حاڪمانہ زبان کي روڪي وڌو. جڏهن جمشيد، گورنر کي چيو تہ جيڪڏهن توهان مون کي پنهنجي دٻدٻي ۽ طاقت جي ذريعي زيربار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ پوءِ مان پنهنجو ڪيس 'پروي ڪائونسل' انگلينڊ ۾ پيش ڪندي، ڪروڙين روپيا توهان جي دعويٰ داخل ڪندس، جيڪو بمبئي سرڪار جي اِنهيءَ روش جي ڪري ڪراچي ميونسپالٽيءَ کي پيو آهي. مونکي اُميد آهي تہ مان ڪٿندس چو تہ انصاف منهنجي طرف آهي. سندس انهيءَ مستقبل مزاجي ۽ همٿ جي ڪري بمبئي سرڪار آرٽلري ميدان مان هٿ ڊرا ڪيا.

سنڌ جي بمبئي کان عليحدگيءَ ڪانپوءِ، 1937 ۾ واريءَ چونڊن لاءِ دوستن هن کي زور پريو تہ هو اليڪشن ۾ بيهي پر هو نٽائيندو رهيو. چو تہ هن کي ڏيکاءَ ۽ پارٽيءَ جي بنياد تي ماڻهن جي سهائتا پسند ڪانہ هئي. نيٺ فارم جمع ڪرائڻ واري آخري ڏينهن تي دوست ميڙ جي صورت ۾ ويا ۽ ڪيس زور پريائون تہ هو اليڪشن ۾ فارم ڀري. هن سندن ڳالهہ هنن شرطن تي قبول ڪئي تہ هن جا ورڪر هرڪنهن سان عزت ۽ پيار سان پيش ايندا. هن جي پاران ڪوبہ ڪنهن کي ووٽن لاءِ نہ چوندو، اليڪشن خرچ جي ايمانداران رپورٽ حڪومت کي پيش ڪئي ويندي.

اليڪشن جو خرچ حڪومت جي طئي ڪيل هدف کان ٻاهر نہ ويندو ۽ هو اليڪشن جي مهم پنڌرهن ڏينهن هلائيندو. سندس دوستن هِن جا اِها شرط قبول ڪيا ۽ هن دادو ضلعي مان فارم ڀرايو. هن پنهنجي اليڪشن مهم ڪار ۽ ڏاندگاڏيءَ سان شروع ڪئي. هِن جو گذر جتان بہ ٿيو، ماڻهو هِن جي درشن لاءِ گڏ ٿيندا هئا ۽ هِن ڪڏهن بہ انهي کي ووٽ لاءِ نہ چيو پر سندن مسئلا، ڏک درد معلوم ڪندو رهيو. گهڻن جو خيال هيو تہ انهيءَ طريقي جي

اليڪشن ورڪ ڪيس ضرور هارائيندي. چو ته هن جي مقابلي ۾ چار هندو هُئا، جن نہ پئي چاهيو تہ ڪو پارسي ڪائن ڪٿي اچي. پر ماٺهن لاءِ سندس، پيار ۽ نيڪ جذبا ڪامياب ٿيا. هن ايترا تہ ووٽ ڪنيا جو جيڪڏهن سندس چئني مخالفن جا ووٽ جوڙ ڪجن تہ بہ جمشيد جا ووٽ گهٽا هُئا.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو هن کي ڪا اسڪيم يا آئيڊيا سمجهائڻ ۽ قبول ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو هئو تہ پوءِ اها اسڪيم اِنهيءَ شخص جي نہ پر چڻ تہ جمشيد جي اسڪيم هوندي هئي. هو پنهنجون سڀ توانايون، انهيءَ تي خرچ ڪندو هئو. مون کي ياد آهي تہ مون هن اڳيان هڪ صلاح رکي تہ چونہ، آمريڪن ڪائونسل آف لرنيڊ باڊيز، جي طرز تي انڊين اڪيڊمي آف سوشل سائنس ناهيون تہ جيئن سڀني مضمونن جا ماهر هڪ هنڌ گڏ ٿين ۽ هڪ ٻئي کان سکن. جڏهن ڪجهہ دير تائين، اسان اِنهيءَ اڪيڊمي بابت ڳالهايو ۽ ڪجهہ ڳالهيون طئي ڪيوسين تہ پوءِ هِن مون کان پُڇيو، هاڻي ٻُڌاءِ، مون کان ڇاڻو چاهين؟ تنهن تي مون جواب ڏنو تہ اِنهيءَ اڪيڊمي کي هلائڻ لاءِ ڪجهہ فنڊ وقف ڪرڻا پوندا. جيڪي شايد 15 کان 20 لک ٿيندا. تنهن تي هن چيو تہ اها تہ ڪا وڏي رقم نہ آهي. چو نہ اِنهيءَ اڪيڊمي جو پهريون سيشن ڪراچي ۾ سڏيون، چو تہ اِنهن عالمن ۽ سائنسدانن جو تعداد ڪنهن بہ صورت ۾ هڪ ٻن هزارَن کان مٿي نہ هوندو ۽ اسان کي انڊين نيشنل ڪانگريس جي 50 کان 70 هزار وفدن جي ٺهل ٺڪور ۽ سار سنڀال ڪاڌي پيتي جو بندوبست ڪرڻ جو تجربو سالن کان آهي تہ پوءِ هي ڪم تہ انهيءَ جي ڀيٽ ۾ آسان آهي. هن فنڊ گڏ ڪرڻ لاءِ پنهنجي صحيح سان اپيل جاري ڪئي. پر اِها اسڪيم بہ ٻن سياستدانن جي روئي جي ڪري عمل ۾ نہ اچي سگهي ۽ جمشيد جون ڪوششون باور نہ ٿي سگهيون. اِنهيءَ اسڪيم تي اڳتي هلي 1953 ڌاري انڊيا عمل ڪيو ۽ نيشنل اڪيڊمي آف لٽرس ناهيائين.

جمشيد هڪ بي داغ انسان هئو، جنهن جي پيشاني هميشہ

سچ ۾ ٻاجهه جي ڪري چمڪندي رهندي هئي. ڊاڪٽر اينِي بيسنت هِن کي سنڌ کي سهارو ڏيندڙ ٿوڻي چئي پڪاريندي هُئي. گانڌي جي هِن کي رحمت ڀريو روح چئي ياد رکندو هئو، جيڪو سنڌ جي ماڻهن لاءِ ڇانورو آهي.

سري آرو بندو جي جمشيد سان ڪا ذاتي واقفيت ڪانه هئي، پر جڏهن، 'ڊوائين لائيف ڪتاب' ڇپايائين ته ٻه اکر ٻاجهارا لکي، هن ڏانهن ڪتاب تحفي ۾ موڪليائين. شاعر رابندرناٿ ٽئگور ۽ شاعره سُروجني نائڊو جو ٻه هِن سان اُنس هو. جڏهن ٻه هو ڪراچيءَ ايندا هئا ته هن سان ملي ۾ ڪچهري ڪري خوش ٿيندا هئا.

اُهو آهي جمشيد، جنهن کي مان سڄاڻان ٿو، اِنسانن ۾ ديوتا.

[هي مضمون جمشيد ميموريل واليوم ڪميٽيءَ طرفان ڇاپيل ڪتاب 'جمشيد نسروانجي- اي ميموريل' مان ترجمو ڪيو ويو آهي.]



'فتح ۾ شڪست جي ڳڻتي نه ڪيو، جي ڪيو ٿا ته ڏٺيءَ جي ارادي ۾ خواهش جي پوراءَ جي ڳڻتي ڪيو. عمل ۾ تجربو ئي حقيقي فتح هجن ٿا... قدرت اسان کي سيکاري ٿي ته ناڪاميءَ کي قبوليون، ان کي ساهي ڪٽڻ واري وٺي سمجهون ۾ نئين سر 'الف' کان شروعات ڪيون. جڏهن توهان هرشيءِ وڃايو ٿا، تڏهن ئي توهان سڀ ڪجهه حاصل ڪيو ٿا... قدرت ڪڏهن ٻه ايئن ناهي چيو ته مري کپي وڃو. اها سدائين چوندي رهي آهي ته تعمير ڪيو، نئين سر تعمير ڪيو ۾ ڀرپور زندگي گذاريو.'

جمشيد مهتا

## JAMSHED'S FAREWELL MESSAGE

"The Drop-Scene is about to fall. Before I become invisible to you, I bow to you with a smile. The drama with all its faults is well-played, its end has reached and no doubt there is also sorrow to part from you. I know that the wonderful ethereal atmosphere, in company of all beloveds who are there already, will give me more freshness, experience, intelligence and love under my Teacher's guidance which will enable me soon, to play in a new and sweeter drama. Until then, let there be calmness, forgiving and understanding. Let us keep up the link of love and wait with patient surrendering and gratitude to the Great and Revered Director. Let us wait for His Signal-Bell. The Drop-Scene will rise, a new and sweeter drama will soon begin and we will meet again with happy smiles."



Trust for Rural Development [TRD]
*C-73, GMB Colony, Main Qasimabad Road, Qasimabad,*
*Hyderabad, Sindh, Pakistan. Ph. 92-221-655 021*
*E-mail: trd@hyd.paknet.com.pk & trdsindh@yahoo.com*

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻچاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)